


ايڊيٽر:

امرتا

ايڊيٽوريل بورڊ:

عاليه بخشل، مقصوده رتڙ، شعور،
بلقيس، پريانڪا، فهميده

ڪمپوزنگ ۽ لي آئوٽ:

انور حسين سومرو

قيمت: =/20

Facebook page
Women Democratic Front
ناري جمهوري محاذ (سنڌ) AWP

لکپڑھه لاءِ ايڊريس

فليٽ نمبر 310- 311 V.I.P اپارٽمينٽ، مين قاسم آباد، حيدرآباد.

## فهرست

## ايڊيٽوريل

# مڙيا مڇ هزار، پاڳا ٿيندي فرخنده

(رياست، مذهبي انتهاپسندي ۽ پدرشاهي جو ڳٺ جوڙ)

ليونارڊ بائينڊر (Leonord Binder) پنهنجي ڪتاب ”مذهب، سياست ۽ پاڪستان“ ۾ لکي ٿو ته اسلام جي نالي ۾ ننڍي کنڊ جي مسلمان اڳواڻن هڪ الڳ رياست ته حاصل ڪري ورتي پر ان جي قانون سازيءَ جو عمل پاڪستان جي اڳواڻن لاءِ هڪ مسئلو هو.

رياست جو ڪردار ۽ ملڪ جو قانون ڪهڙي نوع جو هوندو؟ هي اهو سوال هو جنهن سان پاڪستاني اڳواڻن کي اجان نبرڻو هئو. اجان به ايئن ڪٿي چئجي ته بنيادي مسئلو اِهو هئو ته مختلف سوچ رکندڙ گروهن، قومن ۽ طبقن کي پاڻ ۾ ڳنڍي، پاڪستاني رياست لاءِ سڀني کي قبول پوندڙ قانون ڪيئن ٺاهجي؟

اِن ڏس ۾ بائينڊر مطابق پاڪستان ۾ تنهن وقت چار اهم سياسي حلقا هئا جن ۾ ”روايت پسند“ (Traditionalist)، جديد پسند (Modernists) رواداري پسند (Secular) ۽ بنياد پرست (Fundamentalists) شامل هئا.

انهن سڀني جو پاڻ ۾ اختلاف ته هو پر روايت ۽ جديديت پسند ان ڳالهه تي متفق هئا ته اسلام شاندار مذهب ۽ زندگي گذارڻ جو بهترين طريقو آهي ۽ اِهو مذهب زندگيءَ جي هر ضرورت کي سمجهندي، تبديليءَ کي قبول ڪرڻ جي صلاحيت رکي ٿو.

اهڙيءَ ريت مذهب کي رياست سان ڳنڍيو/ جوڙيو ويو ۽ پوءِ پاڪستان جي تاريخ ۾ مذهب ۽ رياست جو پاڻ ۾ گهرو تعلق قائم ٿيو.

پر ڳالهه صرف اِن سمجهه تي ختم نه ٿِي ٿئي ته ”اسلام“ هڪ بهترين مذهب آهي، ان ڪري اُن کي آئيني، قانوني، ۽ سياسي معاملاتن جو ڳر ٺاهيو وڃي. درحقيقت، مذهب جو استعمال رياست پنهنجي گهڻ پاسائي مفادن کي آڏو رکندي ڪندي آهي.

مثال طور، خلافتِ اسلام جي دؤر ۾ جڏهن اسلامي دنيا جو

دائرو وڌندو ويو ته ضروري ٿي پيو ته سياست کي مذهبي قوت سان جوڙيو وڃي، جيئن سامراجي مفادن کي لڪائڻ لاءِ فطرتي ۽ حتمي جواز پيش ڪري سگهجن.

اولهه جي ڏاهن ۽ سماجي مفڪرن مڪڪليور McClure، ۽ فشر (Ficher) مطابق رياستي اڻ برابري ۽ جبر جي مختلف شڪلن کي قانوني ۽ جائز بڻائڻ ۾ مذهبي آشيرواد تمام گهڻو ڪم ايندو آهي.

اولهه ۾ وچين دؤر جي عيسائيت به ايئن ٿي ڪيو جڏهن به ڪا سماجي يا سياسي قوت تحرڪ ۾ ايندي هئي ته ان کي مذهب مخالف چاٽائي، رياستي قوت سان ڏڪيو ويو.

يورپ ۽ اولهه جي ٻين ملڪن ۾ مذهب جو رياست کان الڳ هجڻ جو مطالبو سائنس ۽ ٽيڪنالاجي، جمهوري ۽ سوشلسٽ تحريڪن ۽ جاڳرتا دؤر جي انسان دوست نظرين سان ممڪن ٿيو. جنهن ۾ مذهب انسان جو ذاتي فردي معاملو چاٽايو ويو ۽ سيڪيولر رياست جو ڪم رنگ، نسل، قوميت ۽ مذهب جي فرق بنا سمورن شهرن جي بنيادي حقن جي ضمانت ڏيڻ هو.

پاڪستان جيان، ٻيون اسلامي رياستون مذهب کان گهڻي عرصي تائين الڳ ناهن رهيون ۽ انهن رياستن ۾ مذهب ۽ رياست جي جوڙ سان سماج جي تاريخي، تنقيدي ۽ سياسي اور تي تمام گهڻو اثر ٿئي ٿو. رياست مذهب جو استعمال ڪندي فردن جي ذهني اوسر کي مذهبي رجحانن ڏانهن لاڙي پنهنجا مفاد حاصل ڪندي آهي. اهي مفاد رياست، ميڊيا، نصاب، شرعي قانون ۽ مذهبي قوتن کي مستحڪم بڻائي، حاصل ڪندي آهي.

مذهبي انتهاپسندي جي واڌ جو هڪ ٻيو سبب رياستي نااهلي ۽ معاشي اڻ برابري آهي. جڏهن نوجوانن لاءِ جديد تعليم ۽ معاش جا ذريعا (نوڪري وغيره) حاصل ڪرڻ ناممڪن ٿي پون ٿا ته مذهبي قوتون وڌيڪ منظم انداز ۾ سامهون اچن ٿيون ۽ مسئلن جو حل پيش ڪن ٿيون.

مثال طور: ٻارن کي مدرسن ۾ داخل ڪرائڻ تي مالڪن کي وضيفن جي صورت ۾ پئسا ملڻ ۽ اڳتي هلي انهن مدرسن ۾ پڙهائڻ ۽ تبليغي مهم جي صورت ۾ نوڪرين جو ملڻ.

اسلامي رياستن ۾ مذهب ۽ رياست جي ڳٺ جوڙ سان جيڪي چند اهم نقطا سامهون اچن ٿا انهن ۾ اسلام جو مطلب، سياسي ۽ مذهبي هم آهنگي ۽ اسلامي جمهوريه ۾ عالمن جي قانوني پڪڙ، مطلب ته شريعت جو نافذ ٿيڻ آهي. اهڙن سماجن جو تنقيدي چيد ڪرڻ سان اهو واضح ٿئي ٿو ته سماج جي ڪمزور حصي يعني عورت مٿان جبر ۽ استحصال مرد جي پيٺ ۾ گهڻ پاسائو ٿئي ٿو. مذهب ۽ رياست، پهرين ڏهاڪي ۾ عورت جي هڪ ڪمزور جنس واري تعارف ڪي ناهين ٿا ۽ پوءِ ان جي تشهير ڪن ٿا.

مثال طور: شرعي قانون جي بنياد تي عورتن جي جمهوري حقن جي نفي ڪئي وڃي ٿي، جنهن جو سڌو سنئون فائدو رياست ڪي پوي ٿو، جنهن ڪي هڪ پاسي ته سماج جي اڌ آبادي ڪي تعليم ۽ روزگار ڏيڻ جي دٻاءُ کان ڇوٽڪارو ملي پوي ٿو ۽ ٻئي پاسي بنا معاوضي جي گهرو پورهيو ڪندڙ مزدور ملن ٿا.

صرف ايترو ئي نه اهڙن سماجن ۾ مرد جي عزت ۽ غيرت جو بار به عورت ڪي ڪٽٽو پوي ٿو. اهي مرد چاهي گهر ۾ هجي، ڪم جي جاءِ تي يا مذهب جو ٺيڪيدار. عورت هر هنڌ ۽ هر صورت ۾ ان جو ڪاچ بڻجي ٿي. جنهن جو هڪ مثال افغانستان جي فرخنده آهي.

19 مارچ تي دوشاهه شمشير مسجد جي ٻاهران ستاويهن سالن جي فرخنده ڪي قرآن جي بي حرمتي جي الزام ۾ چيپاٽيو، ماريو ۽ ساڙيو ويو. واقعي جو پس منظر ڪجهه هن طرح هو ته فرخنده مذهبي تعليم جي شاگردياڻي هئي ۽ هُن جو بحث هڪ مولويءَ سان ٿيو جنهن ۾ هُن مولوين جي هڪ هئيءَ واري "اسلامي نظرين" ڪي چئلنج ڪيو. مولويءَ وٽ جڏهن عقلي دليل باقي نه بچيا ته پدرشاهي سماج جي طاقت ڪي استعمال ڪندي هن فرخنده ڪي جنسي هراسان ڪيو. جنهن جي جواب ۾ فرخنده ان مولوي خلاف قانوني ڪارروائي ڪئي. جنهن جي نتيجي ۾ مولويءَ وري فرخنده تي قرآن ساڙڻ جو الزام لڳايو ۽ مسجد جي پرپاسي واري ماڻهن فرخنده تي هر قسم جو تشدد

ڪيو.

اسان جهڙن سماجن (پڻتي پيل سماجن) ۾ بربريت سان ڀريل اهڙن واقعن کي ڪجهه ماڻهن سان جوڙي، سماجي جوڙجڪ (اڻ برابري) جي بنيادي عنصرن تي پردو رکيو ويندو آهي.

فرخنده جي قتل جي ذميوار اها رياست ۽ پدرشاهي نظام آهي جنهن ۾ مذهبي قانون ذريعي عورتن مٿان جبر ڪيو وڃي ٿو. اهي مذهبي گروهه آهن جن جي پٺ ڀرائي ساڳئي رياست ڪري ٿي ۽ اها پدرشاهي سوچ آهي جنهن ۾ عورت جي سماجي حيثيت هڪ ”جنس“ يا ”شيءِ“ جي آهي.

ان جو ثبوت اِن بيان مان ملي ٿو ته افغان قومي اتحاد فرخنده لاءِ آواز اِن لاءِ ناهي ڪنيو ته اِهو انسانيت جو قتل آهي. بلڪه اِن لاءِ ته فرخنده افغانستان جي ”عزت“ ۽ ”ناموس“ آهي.

هاڻي ضرورت اِن ڳالهه جي آهي ته رياست، مذهب ۽ پدرشاهي جي ان ڳٺ جوڙ کان ناري واقف ٿئي ۽ پاڻ سان ٿيندڙ جبر ۽ استحصال جي مختلف صورتن کي سمجهندي پنهنجي آزاديءَ لاءِ پنهنجا پير حرڪت ۾ آڻي. جنهن جي لاءِ هن کي انفرادي ۽ اجتماعي ڪردار ادا ڪرڻو پوندو. اسان کي سموريون ”سورن واريون“ گڏ ڪرڻيون پونديون صرف انهيءَ لاءِ نه ته اسان سورن تي ويهي پچار ڪريون پر تحريڪون به اڏاريون ۽ هن نظام کي تبديل ڪرڻ ۾ پنهنجو حصو وجهون. نه ته فرخنده اسان جو ماضي، حال ۽ مستقبل آهي.

ساٿ سلامت.

**عصمت شاہجہاں**

# عوامی ورکرز پارٹی کا عورتوں کو پیغام – جدوجہد، نیا سماج اور برابری

ہم سجھتے ہیں کہ آج پاکستان میں عورتوں کے پاس جو بھی حقوق اور آزادی ہے، وہ عورتوں کی آزادی کی جنگ لڑنے والی ترقی پسند و جمہوری اور سیکولر پارٹیوں، افراد، اور عورتوں کی تحریک کی جدوجہد کی بدولت ہے۔ پاکستان بننے کے بعد سرمایہ داری نظام اور ٹیکنالوجی کی ترقی اور غیر ملکی اشیاء کی بھرمار سے عورتوں کے معیارِ زندگی میں کچھ بہتری تو آئی ہے لیکن وہ آج بھی سماجی جبر، استحصال اور جنس کی بناد پر امتیازی سلوک کا شکار ہیں۔

پاکستان کا پورا نظام عورتوں سے لی جانے والی محنت کی بنیا پر کھڑا ہے، وہ بھی غیر اجرتی محنت پر۔ دیہات سی مردوں کی اکثریت دوسرے ممالک اور شہروں میں روزگار کے لئے جانے کے بعد اب اکثر کھیتوں میں عورتیں ہی کام کرتی ہیں۔ اس کے علاوہ وہ جاگیرداروں، خواتین اور قبائلی سرداروں کے گھروں میں بیگار بھی کرتی ہیں۔ اوپر سے خاندان کے لئے کئی نرینہ بچے پیدا کرنا، بچے پالنا، اور شوہر اور اس کے خاندان کی خدمت کرنا، اور شوہر کو اس کے روزگار اور ترقی کے لئے فرصت دینا بھی عورت کی فرائض میں شامل ہے۔ اگر عورتیں صرف ایک مہینہ ہی ہڑتال کردیں تو بچے بِلک بِلک کر مرجائیں، کسان اور مزدور کی مزدوری، ٹھیکے اور اجارے چھوٹ جائیں، دفتر، سکول اور ہسپتال بند ہوجائیں، غسلخانوں اور باورچی خانوں میں کیڑے پڑجائیں، اور کاروبار اورمنافع شدید بحران کا شکار ہوجائے۔ حتیٰ کہ انسانی نسل

تک گھٹ جائے۔

یہ استحصالی نظام عورت کی تہری محنت کی بنیاد پر کھڑا ہے۔ (۱) عورت خود مزدور کے طور پر کھیتوں، کارخانوں، بھٹوں، دفتروں، سکولوں، ہسپتالوں اور سڑکوں پر کام کرتی ہے۔ (۲) وہ مرد مزدور کی خدمت کرتی ہے تاکہ وہ چاک و چوبند اور صحت مند رہے، کام کرتا رہے اور سرمایہ و منافہ بننا نہ رکے۔ اور (۳) وہ نئے مزدور جنم دیتی ہے، پالتی ہے، اور مزدور کے طور پر تیار کرتی رہے۔ عورت کو اس کِردار سے انحراف کی سزائیں بہت کڑی ہیں۔

اس کے باوجود کہ یہ نظام عورت کی محنت پر کھڑا ہے، یہ عورت کو بدلے میں اِنتہائی کم وسائل، ترقی کے مواقع، بنیادی حقوق اور آزادی مہیا کرتا ہے۔ جائیداد و مال، آسائش و سہولت، آزادی و حقوق، تعلیم و علاج، کاروبار اور ملازمت، اور کاروبارِ ریاست میں عورتوں کا حِصہ انتہائی معمولی ہے۔ اور جو مِلتا ہے، وہ بھی امیر یا شہری عورتوں کو ملتا ہے، لیکن انہیں مردوں کے برابر بہرحال نہیں ملتا۔

شہری ملازمت پیشہ عورت کی حیثیت، دیہی عورتوں کی نسبت قدرے بہتر ہے، لیکن انہیں بھی جنس کی بنیاد پر عدم مساوات اور استحصال کا سامنا ہے۔ بین الاقوامی کمپنیوں، بینکوں، کارخانوں، گھروں، سکولوں، ہستپالوں، سڑکوں، گلیون، اور دیگر دفاتر میں کام کرنی والی عورتوں کو ٹرنسپورٹ، مردوں کی نسبت کم اجرت اور ترقی کے کم مواقع، جائے ملازمت پر جنسی ہراسگی، ملازمت کے ساتھ گھریلو ذمہ داریوں کا بوجھ اور گھریلو تشدد جیسے مسائل کا سامنا ہے۔

تمام ملکی وسائل، سیاست اور ریاست پر فوجی اور سول انتظامیہ، جاگیرداروں، کارخانہ داروں اور مردوں۔ خاص طور پر

مالدار، طاقتور اور مسلمان مردوں کا قبضہ ہے۔ عوام اور خصوصاً عورتوں کے لئے یہ گروہ اور طبقات کچھ نہیں چھوڑتے۔ یہ اپنی بیٹیون کو تو پڑھنےلکھنے کے لئے لندن اور امریکہ بھیج دیتے ہیں، لیکن باقی عورتوں کو چاردیواری، قبحہ خانوں، اپنی کارخانوں اور کھیتوں میں بھیجنا چاہتے ہیں۔ ان طبقات نے اپنی حکومتوں کی ذریعے عالمی مالیاتی اداروں سے عورتوں کی ترقی، صحت، تعلیم و تربیت اور روزگار کے نام پر اربوں ڈالرز کے سرکاری قرضی لئے، لیکن وہ بھی بدعنوانی کی نذر کردیئے۔ انہوں نے اقوامِ متحدہ کے تحت اقوامِ عالم سے پاکستان میں عورتوں کی ترقی اور برابری کے جھوٹے وعدی کئے۔ لیکن حقیقت تو یہ ہے کہ آج اِکیسویں صدی میں بھی بدعنوانی کی نذر کردیئے۔ انہوں نے اقوامِ متحدہ کے تحت اقوامِ عالم سے پاکستان میں عورتوں کی ترقی اور برابری کے جھوٹے وعدی کئے۔ لیکن حقیقت تو یہ ہے کہ آج اِکیسویں صدی میں بھی یہاں پر عورتیں بچوں کی پیدائش کے دوران مرجاتی ہیں، پسماندہ روایات سے انحراف پر اپنے ہی والدین اور رشتے دار انہیں بیدردی سے قتل کرتے ہیں۔ تعلیم، روزگار، اور پسند کی شادی جیسے بنیادی حقوق سے محروم ہیں۔ تخلیقی اور فنی شعبوں میں بچیوں اور عورتوں کی ہر طرح سے پیچھے رکھا جاتا ہے۔ حتیٰ کہ ایسی سرگرمیوں میں شریک عورتوں کی سماجی کردار کو بھی مشکوک بنادیا جاتا ہے۔ اگر پڑھائی کر بھی لیں، تو چند مخصوص پیشوں تک محدود رکھا جاتا ہے۔

گھریلو تشدد ہر عورت کا روزمرہ کا تجربہ ہے۔ عورتوں پر جنسی تشدد بھی عام ہے۔ حتیٰ کہ گاؤں میں جرگوں کے فیصلوں پر عورتوں کو سڑکوں پر ننگا پھرایا گیا۔ پشتون، بلوچ، سرائیکی، گلگتی، بلتی، سندھی، کشمیری، پنجابی، مسلم اور غیر مسلم عورت کے جنسی استحصال اور تشدد کی تفصیلات میں بہ تھوڑا سا ہی

فرق ہے۔ کوئی جنگل میں زندہ درگور کرتا ہے، تو کوئی زبردستی مسلمان کرکے بندوق کی زور پر پیروں کے تحفظ میں شادی کرتا ہے، کوئی مذہب کے زور پر سر میں گولیاں مار کر سکول جانے سے روکتا ہے، کوئی موسیقی سننے اور ناچنے کی پاداش میں رات کے اندھیرے میں قتل کردیتا ہے، اور کوئی تیزاب، تو کوئی چولھا پھٹا کے جلاتا ہے۔ دنیا میں عورتوں کے لئے خطرناک ترین سمجھے جانے والے ممالک کی فہرست میں، افغانستان اور کانگو کے بعد پاکستان تیسرے نمبر پر ہے۔ اقوامِ متحدہ کے عورتوں کی ترقی اور حقوق کے ۱۰۹ ممالک کے انڈکس میں پاکستان ۱۰۲ویں نمبر پر ہے۔

میڈیا عورتوں کی تصویروں اور فلموں سے تو سالانہ اربوں روپے کماتی ہے لیکن اس استحصال نظام پر مجرمانہ طور پر خاموش ہے کیونکہ میڈیا خود اسی نظام کےدفاع سے کماتی ہے، درسی کتب بھی مردوں کی برتری اور حاکمیت پر مبنی نظریات سے بھری ہوئی ہیں۔ دینی مدارس تو خاص طور پر عورتوں کو وپسماندہ رکھنے اور گھروں میں مقید کرنے کے درپے ہیں۔ عورتوں کے اپنی ہی بچوں کو ان کا دشمن بنایا جارہا ہے۔ اور یہ سب ریاستی تحفظ میں ہورہا ہے۔

دہشت گردی کے خلاف یہ نام نہاد جنگ، عورتوں کی زندگی کی بلواسطہ اور بلاواسطہ طور پر بری طرح متاثر کررہی ہے۔ مذہب پرست دہشت گرد تنظیموں کے ہاتھوں تعلیم یافتہ اور ملازمت پیشہ عورتوں کے قتل، عورتوں پر بڑھتے ہوئے جبر کی ایک نئی شکل ہے۔ اس نے تمام تعلیم یافتہ اور ملازمت پیشہ عورتوں کو ہراسان کیا ہوا ہے۔ ان معصوم عورتوں کا خون ارزاں اور قاتل معلوم شدہ ہیں، پر ریاست کی سرپرستی میں کھلے عام دندنارہے ہیں۔ سماج کو عمومی طور پر پسماندہ اور پتھر کے دور میں واپس

دھکیلا جارہا ہے۔ ان عورت مخالف، مذہب پرست، دہشت گرد تنظیموں کو فوج اور بنیاد پرست سیاسی پارٹیوں کی سرپرستی حاصل ہے۔ اور باقی سیاسی پارٹیاں اپنے طبقاتی مفادات کی وجہ سے ان قوتوں کی مخالفت نہیں کرتیں۔ عوامی ورکرز پارٹی ان قوتوں کے خلاف عورتوں کی آواز ہے۔ ہم مذہب کو کاروبار ریاست سے الگ کرنے کا وعدہ کرتے ہیں۔

عورت انسانی تذلیل اور استحصال کی ہر شکل سہنے پر مجبور ہے۔ کیوں کہ سماج میں اس کی حیثیت کمتر ہے، خاص طور پر مزدور طبقات، غیر مسلم اور مظلوم قومیتوں سے تعلق رکھنے والی عورت۔ اکثر سیاسی پارٹیوں نے عورتوں سے ووٹ لے کر، عورت مخالف پالیسیاں بنائیں ہیں، یا اپنے طبقاتی مفاد اور اقتدار کے لئے ضیاالحق جیسے عورت دشمن ڈکٹیٹروں اور دہشت گرد تنظیموں کا ساتھ دیا ہے، یا عورتوں کو مذہب کی سیاست کے کاروبار میں استعمال کیا ہے۔ عورتوں کو صرف انتخابات کے دنوں میں باہر بلایا جاتا ہے اور بعد میں انہیں کہا جاتا ہے کہ آپ کا مقام چادر اور چار دیواری میں ہے۔ عوامی ورکرز پارٹی وعدہ کرتی ہے کہ ہم کسی بھی دائیں بازو کی عورت دشمن اور مذہبی رجعت پسند سیاسی پارٹی سے کسی قسم کا انتخابی اتحاد نہیں کریں گے۔ عوامی ورکرز پارٹی، اس سیاست اور ریاست کو، اس معیشت و ثقافت کو، اور اس سماجی نظام کو رد کرتی ہے، کیونکہ یہ عورتوں پر مردوں کی برتری اور حاکمیت کو تسلیم کرتی ہے۔ یہ مزدورں اور کسانوں کا استحصال کرتے ہوئے، عورت مزدور کاتِگنا استحصال کرتی ہے۔ یہ عورتوں پر تشدد اور ان کے جنسی استحصال کی اجازت دیتی ہے۔

عوامی ورکرز پارٹی، عورت کے استحصال کو اس جاگیردارانہ استحصالی نظام کی بنیادی اِکائی سمجھتی ہے۔ ہم

سمجھتے ہیں کہ عورت کا استحصال روکے بغیر سماجی انصاف کا قیام ممکن نہیں۔ عوامی ورکرز پارٹی ان تمام معاشی، ریاستی، سماجی اور مردانہ حاکمیت کے ڈھانچوں اور روایات کا خاتمہ کرے گی، جو عورتوں کی محکومیت اور ان کی محنت اور جنسی استحصال پر مبنی ہیں۔ زندگی کے ہر شعبے میں عورتوں کو مساوی مواقع فراہم کرے گی، گھریلو اور معاشرتی سطح پر ان کی آزادی اور نمائندگی کو یقینی بنائے گی۔ عوامی ورکرز پارٹی کا آئین، پارٹی کے تمام منتخب اداروں میں عورتوں کی کم از کم ۳۳ فی صد نمائندگی کی ضمانت دیتا ہے اور پارٹی کا منشور بھی عورتوں کی برابری اور آزادی کا اک جامع پروگرام پیش کرتا ہے۔

اکیسویں صدی عورتوں کی آزادی کی صدی ہے۔ آئیں ایک ایسے مساوی سماج کے لئے ملکر جدوجہد کریں، جس میں ہر عورت کو تعلیم، صحت اور روزگار، رہائش اور دیگر ضرورتی ضروریاتِ زندگی اور شخصی آزادی حاصل ہوں۔ تخلیق اور فن کے مواقع ہر عمر میں میسر ہوں، اور امتیازی قوانین اور عورت دشمن نظریات اور سماجی رویوں کا خاتمہ ہو۔

ہم کروڑ پتیوں اور جنگ پرستوں کے ساتھی نہیں

ہم کروڑوں مزدوروں، کسانوں، عورتوں اور طلبا کے ساتھی ہیں

محنت کش عوام، مظلوم اقوام اور عورتوں کی نمائندہ انقلابی جماعت ہیں

عوامی ورکرز پارٹی، پاکستان

بلقيس

# پورهئي جي ورچ جو سوال ۽ عورت جو سماجي رتبو




مارڪس مطابق فرد جي سوچ کي سندس مادي حالتون طئي ڪن ٿيون. مادي حالتن ڪارڻ ئي هن جي سماجي، سياسي، معاشيءَ ذهني اوسر ٿئي ٿي. سياسي معاشيات جي سائنس کي سمجهڻ لاءِهي اهم ڳالهه سمجهڻ لازمي آهي ته ڪنهن سماج جا ماڻهو پنهنجي جياپي لاءِ ڪهڙو ڪم ڪهڙي ريت ڪن ٿا.نه ڪي اهو سوچڻ ته اهي ماڻهو پنهنجي ڪم متعلق، پنهنجي زندگي، سماج متعلق ڇا سوچن ٿا.اهو ان ڪري جو انساني سماج جي عمارت مذهب، اخلاقن جي بنيادن تي تعمير نه ڪئي ويندي آهي بلڪه فطرت، انساني محنت جي بنيادن تي تعمير ڪئي ويندي آهي .مارڪس جو نظريو مادي واد تي جڙيل آهي.ڇو ته وجود کي يا مادي حالتن کي شعور تي فوقيت حاصل آهي .شعور جو مادي تي تقدم ناهي.ان ڳالهه جو مطلب آهي ته انساني سوچ مادي حالتن، مادي دنيا جو عڪس آهن.مادي واد، جڙواد فلسفي جو اهو جز رهيو آهي ته پهرين مادو وجود ۾ آيو ۽ پوءِ شعور. ائين ڪٿي چئجي ته شعور مادي جي اسريل شڪل آهي. مادي حالتون انسان جي سياسي، سماجي،معاشي حالتن کي طئي ڪن ٿيون.هن تحرير جو عنوان پورهئي جي اڻ برابر ورڇ ۽ عورت جوبدلجندڙ سماجي رتبو آهي پر ان کان پهرين هتي مادي حالتن تي به ڪجهه سرسري نظر وڌي وئي آهي ته جيئن ليڪ کي بهتر نموني سمجهائي سگهجي ته عورت سماجي ارتقا جي عمل ۾ ڪيئن سماجي رتبو وڃايو آهي.ان ۾ انسان جي پورهئي جو ان جي

سماجي ۽ معاشي زندگي تي گهڻو رد عمل آهي. هي سماج انسان جي پورهئي جو ئي نتيجو آهي.انساني سماج  هميشه ارتقائي مرحلي ۾ رهيو آهي.انسان پنهنجي حالتن ڪارڻ پورهئي جا نوان ذريعا ڳولي ٿو.اسان چئي سگهون ٿا ته سماجن ۾ هلندڙ سرشتو  ۽ انجو نظام انساني پورهئي جو نتيجو آهن.جيتوڻيڪ پورهيو ئي آهي جيڪوسماج جي جوڙجڪ ڪري انساني تاريخ لکي ٿو.اسان ڏسون ٿا ته سماج جا سڀ فرد مرد ۽ عورتون  پنهنجي حصي جو ڪم سر انجام ڏئي رهيا آهن. ڪو موچڪو ڪري رهيو آهي ته ڪو هارپو،ڪو لوهار آهي،ڪو ڪنڀر ته ڪو درزي ته ڪا درزياڻي جيڪا پنهنجي گهر جي سڀ ڪمن سميت درزڪو ڪم به ڪري ٿي. ڪا فيڪٽرين ۾ ڪم ڪندي نظر ٿي اچي ته ڪن ڪي پرهه ڦٽي کان سج لهڻ تائين ٻنين ۾ پورهيوڪندي ٿا ڏسون جيڪي ڏينهن رات هڪ ئي قسم جو پورهيو ڪري پنهنجو گزر سفر ڪن ٿا. ڪنهن عورت کي ڏينهن رات بنا اجوري جي گهر جي ڪمن ۾ رڌل ڏسون ٿا. اهو پورهيو ئي آهي جيڪو انهن کي سماج سان ڳنڍي ٿو پر سماج اندر پورهئي جي ورڇ انهن کي سماج کان ڪٽي بيهاري ٿي.بريخت برتالد پنهنجي ڪتاب ’گليلو گليلي‘ ۾ هڪ هاري جي سماج کان ڪٽيل هجڻ جي صورتحال کي ڪجه هن ريت بيان ڪري ٿو ته جڏهن گليلو هڪ هاري جي پٽ کي اهو سمجهائي رهيو هو ته دنيا گول آهي ۽ اها پاڻي تي ناهي بيٺل ته هاري پنهنجي پٽ کي چڙٻ ڏيندي گليلي کي چوي ٿو ته هي جيڪي دنيا جا قانون تون منهنجي پٽ کي سيکاري ۽ سمجهائي رهيو آهين ان جو اسان جي زندگين سان نه ئي تعلق ۽ نه ئي ڪو منطق، ڀلا هاري جو ڇا وڃي دنيا گول هجي يا نه. اسان لاءِ ته بس هي ڄاڻڻ لازمي آهي ته زمين سڌي ۽ هموار آهي جنهن ۾ مان ٻج پوکيان ان کي پاڻي ڏئي فصل تيار ڪري سگهان.ان هاري جي ڳالهه مان اسان اندازو لڳائي سگهون ٿا ته پورهيت طبقو سماج کان شعوري طور ڪيترو ڪٽيل آهي انهن لاءِ بس اهو ڄاڻڻ لازمي آهي ته پنهنجي مخصوص ڪم کي ڪيئن ڪري سگهن ٿا. اهڙي ريت ئي عورتن کي به سماج کان  ڪٽيو وڃي ٿو. پورهئي جي اڻ برابر ورڇ مرد ۽ عورت ۾ ويڇو پيدا ڪري ٿي ۽ اها ورڇسماج ۾رهندڙماڻهن کي هڪ ٻئي کان مختلف ڄاڻائي ڌار ڪري بيهاري ٿي. پوءِ سماج اهڙا اصول جا ٺائي ٿو جو هر ڪنهن کي ان سماجي حيثيت قبول ڪرڻي پوي ٿي.اهڙي ريت عورت به پورهئي جي ورڇ

جي نتيجي مخصوص ڪم ڪري ٿي پر سماج ۾ هن ڪي ٻين نمبر جو درجوڏنو وجي ٿو. مارڪس پنهنجي ڪتاب جرمن آئيڊيلوجي ۾ انسان جي فطري صورتحال ٻڌائيندي چوي ٿو ته هي جنسي انسان جنهن ڪي فطرت برابريءَسان، انهن جي ضرورتن مطابق جيئڻ لاءِ ڪاڌو،پيتو ۽ ٻيون ڪيتريون ئي شيون ڏئي ٿي پر هي ضرورتون هن سماجي نظام مان گذرندي گذرندي اڻ برابري جو شڪار ٿي پون.جنهن جي نتيجي ۾ هڪ طبقو پيداواري ذريعن جو مالڪ بڻجي ٻئي طبقن مٿان حاوي ٿئي ٿو.

تاريخ مان خبر پوي ٿي ته جڏهن نوان سماج جڙيا ۽انهن پورهئي جي ورڇ پيدا ٿي ۽ جيئن جيئن ماڻهن ۾ ڪم جو ورهاڱو ٿيو ته ڪنهن ڪي ڪهڙو ڪم ڪرڻو آهي ته ڪنهن ڪي ڪهڙو ته ماڻهن ۾ ذار ذار ۽ ڪٿيل سوچ جو جنم پڻ ٿيو.تهذيب جو به عمل دخل ۽اثر پورهئي تي پيو. تهذيب پورهئي ۽ مال ڪي هڪ هنئي تحت هڪ جڳهه تي جمع ٿيڻ ۽قبضو ڪرڻ جهڙا قانون سامهون آندا.اسان چئي سگهون ٿا ته تهذيب، پورهئي جي ورڇ ڪي هڪ جڳهه تي جمع ڪري فردن اندر ويڇا ۽ اڻ برابري جهڙن عملن ڪي هٿي ڏني.چاڪاڻ ته انسان هڪ اهڙو سماجي فرد آهي.جنهن جي فطرت ۾ اونوع ۽ فڪر شامل آهي.هو نه صرف فطرت ۾ موجود شين جو استعمال ڪرڻ چاڻي ٿو.انهن ڪي پنهنجي پورائي لاءِ واپس پيدا ڪرڻ به چاڻي ٿو.مثال طور جيڪڏهن هڪ ٻڪري ۽انسان ڪي ڪنهن ٻني ۾ ڪجهه عرصي لاءِ ڇڏي ڏيون ته ٻڪري صرف گاهه ڪائيندي  پر انسان نه رڳو ٻنيءَ جو فصل استعمال ڪندوپرگڏوگڏ آئيندي لاءِ فڪر مند رهندو ته جيئن هن پوري ٻني ڪائي وڏي ته پوءِ هو ڇا ڪندو؟ ان لاءِ هو ڪجهه جتن ضرور ڪندو هتي مثال ڏيڻ جو ڪارڻ اهو آهي ته ان مشڪل وقت ۾ به سوچ ويچار ڪري شين ڪي استعمال سان گڏوگڏ ٺاهڻ پڻ چاڻي ٿو.

پورهيو۽ پورهئي جي ورڇ

پورهيو انسان جي جياپي لاءِ هڪ فطري ۽سماجي عمل آهي.پورهيي مان مراد فطرتي قانونن ڪي سمجهڻ ۽ انساني ضرورتن مطابق تبديل ڪرڻ آهي.انسان ان جدوجهد ۾ جانورن،ٻاڦ ، بجلي، ڪيميائي عنصرن ۽ فطرت جي ٻين مظهرن

ڪان ڪم ونندو رهيو آهي.ته جيئن قدرتي طور حاصل ٿيندڙشين ڪي پنهنجي گهرج آهر ٺاهي سگهي.جيئن ته پورهيو انسان جو خاص گڻ آهي جنهن جي ڪري هو حيواني دنيا مان اپري ٻاهر نڪري آيوپرهي هڪ اهڙو عمل به آهي جيڪو ماڻهن کي لازمي گروهن ۾ سماجن ۾ پڻ متحد ڪري ٿو.فردن جون پيداواري سرگرميون ۾ فطرت خلاف انهن جي جدوجهد مخصوص سماجي ڳانداپن جي حدن اندر ٿيندي آهي جنهن جو بنياد پورهيو هوندو آهي.ان مان اهو ثابت ٿئي ٿو ته پورهيو ئي اهو بنياد آهي جنهن تي انساني سماج قائم ۽ دائم آهي.

جيئن ته انسان شعوري لحا ظ کان جانورن کان ڌار بيهي ٿو ته هو معاش جا، اپت جا وسيلا پيدا ڪرڻ شروع ڪندو اهو قدم فرد کي مادي يا طبعي حالتن سان جوڙي ٿو.ان ريت هو اٽسڌي طريقي سان اصل مادي زندگي لاءِ معاش جا ذريعا پيدا ڪري ٿو. جيئن فصل جڏهن پچي راس ٿئي ٿو ته اهو ڪم اتي ئي ختم نٿو ٿي بلڪه اهو منڊي مان ٿيندي استعمال جوڳي حالت تائين هڪ نئي پيداوري مرحلي مان گذري ٿو.اهو سڄو ڪم سماج جو هڪ فرد سر انجام نٿو ڏي ان ۾ ڪيترن ماڻهن جو پورهيو شامل ٿئي ٿو.

پورهئي جي اڻ برابر ورڇ هڪ اهڙو عمل آهي جيڪو هڪ ئي سماجي پيداواري قوت اندر مختلف پورهئي جون شڪليون ڇاٽائي فردن اندر ڪم ڪرڻ جي نوعيت ۾ ڇيد ۽ ڀيد پيدا ڪرڻ جو ڪارڻ بڻجي ٿو. مثال طور پورهئي جي ورڇ سماجي طبقن کي هٿي ڏي ٿي. ڇاڪاڻ ته پورهئي جي ورڇ جو عمل سامهون اچي ٿو تڏهن اسان ڏسون ٿا ته مال ڪجه هٿن ۾ گهٽو جڙي ٿو ۽ اتي ئي ڀئي ماڻهو وٽ گهٽ جڙي ٿو.مثال طو هڪ ئي آفيس ۾ پٽيوالو وڏيڪ جسمناني ڪم ڏئي رهيو هوندو آهي ۽ ان جي ابتڙ آفيسر گهٽ جسماني ڪم ڏيندو آهي. فرق اهو هوندو آهي ته هڪ جسماني پورهيو ٿو ڪري ۽ ٻيو ذهني.پٽيوالي کي گهٽ اجرت ڏني ويندي ۽ آفيسر کي گهٽي. ان جو ڪارڻ طبقاتي سماج آهي اهو پورهيت جو استحصال آهي. ڪارل مارڪس لکي ٿوپورهئي جي ورڇ جا مختلف طريقيڪار پيداواري قوتن ۽ پيداواري رشتن کي ترقي ڏيڻ کي سهڪار ڪن ٿاۓ پورهئي جي ورڇ ڀاڻ مرادو پيداواري قوتن کي ۽ پيداواري پورهئي کي وڌائي ٿي.جيئن

رياستي اقتدار رکندڙ ڏريون پنهنجو بچ پريندريون،پاڻ جهڙن طاقت ور ڏرين جي مدد ڪنديون ته جيئن هو پنهنجو اقتدار برقرار رکي سگهن. ان سبب هو تعلق به اهڙن ماڻهن سان جوڙيندا جيڪي انهن لاءِ فائديمند ثابت ٿين.

پيداوار جا ذريعا فرد جي مادي حالتن سان گڏوگڏ انهن جي سرگرمين سان به سلهاڙيل آهن.جيڪو انهن جي روزمره جي ڪمن سان لاڳاپيل آهن.اهي سڀ شيون ملي ڪري فرد جي زندگي کي اظهارين ٿيون.تنهنڪري هو چا آهن اهو عمل پيداوار سان جڙيل آهي.چو ته فردن جون مادي حالتون ان جي پيداوار کي طئي ڪنديون آهن. جيئن فرد جو فرد سان تعلق سماجي نظام طئي ڪري ٿو ته ڪير ڪيترو ڪم ڪندو.ڪهڙا ڪم مرد ڪندو ڪهڙا ڪم عورت ڪندي. سماجي نظام ڪم کي مختلف ماڻهن ۾ ورهائي ٿو. جيئن ته سماج طبقن ۾ ورهيل آهي ته ان نظام تحت امير ۽ غريب ڪم ڪندا جنهن ۾ امير جي پنهجي منشا شامل هوندي ۽غريب کي هرحال ۾ سماج جي ڦيٽي کي هلائڻو آهي. ملڪيت رکندڙ ٻين جي پورهئي تي پلجن ٿا ۽ جيڪي ملڪيت کان وانجهيل آهن انهن کي جيئرو رهڻ لاءِ ٻين جي لاء ڪم ڪرڻو ٿو پوي.

سماج ۾ پيداواري لاڳاپن سان ئي فرد جو فرد سان تعلق جڙي ٿو.پيداواري لاڳاپن ڪارڻ هو ٻئي سان ڳانڍاپي ۾ اچن ٿا. مارڪس مطابق سماج کان ٻاهر پيداوار جو عمل ائين بي معني آهي جيئن ماڻهن جي گڏجي رهڻ ۽ ڳالهه ٻولهه سواءِ ٻولي جي اوسر.ان چوٽي مان اهو واضع ٿئي ٿو ته تاريخي اوسر جو ڪو به مرحلو چو نه هجي پيداوار ۽ پيداواري تعلقات هميشه سماجي ٿيندا.تاريخ مان اسان ڄاڻون ٿا ته پيداوار جا پنج مخصوص بنيادي طريقا رهيا آهن.اوائلي گڏيل پيداوار يا اوائلي ڪميونزم،غلامداريءَ جو دور، جاگيرداري،سرمائيداري ۽ سوشلسٽ نظام سڀ کان اول قديم ڪميونزم نظام طبقن جي وجود کان اڳ وارو نظام هو ان ۾ گڏيل پورهيو ۽ گڏيل ملڪيت جو تصور هوان نظام ۾ ماڻهو هڪ ٻي جو استحصال ڪرڻ کانسواءِ رهيا. هر ڪو ماڻهو پيداوار ۾ پنهنجو حصو ادا ڪندو رهيو ۽ پنهنجي محنت سان جيڪو ڪجه مليو پئي هو پاڻ ۾ ونڊي ورهائي استعمال ڪندا هئا انهن جي پورهئي مان ڪا به واڌو پيداوار حاصل نه ٿيندي هئي .

غلامي استحصال جي سڀ کان پهرين ۽ سڀ کان نمايان شڪل آهي.غلامي جي دور جي پهرين ڏاڪي ۾ غلامي پدرشاهي حاڪماڻي نوعيت جي هئي چاڪاڻ ته غلامن جو انگ گهٽ هو ان ڪري انهن جا مالڪ به انهن سان گڏ ڪم ڪندا هئا. پر لوهه پگهارڻ جي ايجاد پيداوار ۾ انقلاب بر پا ڪري ڇڏيو.لوهي ڪهاڙي ۽ گهوڙي واري هر جي ڪري زمين جا ڪئي ايڪڙ آباد ڪرڻ ممڪن ٿيو .ننڍا آبادگار ايتري گهڻي زمين تي پوک نه پئي ڪري سگهيا پر جن وٽ غلام هئا تن لاءِ اهو ڪم ممڪن ٿيو.ڍور پالڻ جو ڪم به ائين ئي ٿيڻ شروع ٿيو.پورهئي جي ان ورڇ ۾ مٿا سٺا جي اوسر ڪري الڳ الڳ ڪٽنبن ۽ قبيلن پاڻ ۾ ايڪو ڪري اتحاد قائم ڪيو.

غلامن جي سماج ۾ پيداوار جو گهڻو ٽڻو حصو مٿا سٺا جي مقصد لاءِ نه پر مالڪن انهن جي يارن دوستن جي استعمال لاءِ ٿيندو هو.هوريان هوريان جنسن جي مٿا سٺا اڳي جي پيٽ ۾ وڌي وئي.غلام عورتن کي به سوکڙي طور ڏيڻ جو رواج پيو.غلامن جي دؤر ۾ عورت جي سماجي حالت بدتر کان بدتر ٿيندي وئي.حاڪم طبقو عورت کي گهر جي ڪمن سميت جنسي تعلقن لاءِ به استعمال ڪرڻ لڳا.

غلامي جي دؤر کان پوءِ جاگيرداري نظام قائم ٿيو.ان دؤر ۾ جاگيردارن زميني ملڪيتي نتيجي ۾ عوام تي حڪمراني ڪئي.جاگيردارن هارين کان گهڻي پا گي زمينون آباد ڪرائي انهن کي حقن کان محروم رکيو..ان نظام ۾ عورت گهر جي چوديواري تائين محدود ٿي وئي .عورتن کي معاشي پيداوار کان الڳ ڪري انهن کان مالڪي وارا حق کسيا ويا.

سرمائداري نظام هڪ ڀيرو ٻيهر عورت کي گهر مان ڪڍيو.هاڻي عورتن ۽ مردن ڪارخانن ۽ ملن ۾ گڏجي ڪم ڪرڻ شروع ڪيو پر ان عمل سان عورت تي گهڻيون ذميواريون به رائج ٿيون. ٻاهرين ڪم سان گڏوگڏ گهر جا سڀ ڪم به سندس جي ذمي ٿي ويا. هو معيشت ۾ ته هٿ ونڊرائي پئي پر پدرشاهي نظام جي ڪري هن جي حالت غلامن کان ڪا گهڻي بهتر به نههئي.

پورهئي جي ورڇ ڪيئن عورت جي سماجي حيثيت ۽ رتبي گهٽائڻ کي هٿي ڏني؟

عورت جي سماجي حالت جيڪا اڄ اسان جي سامهون آهي اها سدا موجود هئي يا ان جي حيثيت ۾بيهڪ ۾ تبديلي ايندي رهي آهي؟ پورهيت طبقي جي انقلابين مارڪس ۽ اينگلس قديم دور جي سماجي نظام تي ويچاريندي، تاريخي واقعن ڏانهن ڌيان ڏياريندي سرمائيداري دور جي هٿ ٺوڪيل ڳالهين کي غلط ثابت ڪيو جيڪي دعوا ڪندا هئا ته ذاتي ملڪيت سدا کان موجود رهي آهي.تاريخ مان پتو پوي ٿو ته ماڻهن لکين سالن تائين بنا ملڪيت گذاريندا رهيا آهن.

اينگلس پنهنجي ڪتاب ”خاندان ، ذاتي ملڪيت ۽ رياست جو آغاز“ آرڪيالوجي ۽ اينٿروپولاجي جي گڏيل مواد مان اهو ثابت ڪري ٿو ته پهريان سماجي تعلقات طبقن جي بنياد تي نه ورهايل هوندا هئا. انهي ڪتاب ۾ اينگلس سماجي تعلقاتن ۾ تبديلي جو سبب  ملڪيت جي ذاتي شڪل کي ڏنو جنهن مرد جي حيثيت عورت کان اوچي ڪئي.ڇاڪاڻ ته مرد جي هٿ ۾ سڄي اڪنامي اچي وئي. سماجي نظام جو اهو ئي اصول رهيو آهي ته جنهن جي هٿ ۾ اهي پيداواري زريعا جيئن پراپرٽي،پيسو،مال هوندو جيڪي پيداوار جي قوت هوندا آهن اهو ئي هميشه حاوي طبقو بڻجندو.

اينگلز پنهنجي انهي ڪتاب ۾ ان پوري عمل جي بهتر نموني عڪاسي ڪندي وضاحت ٿو ڪري ته ڪهڙي ريت ان تاريخي تبديلين جي نتيجي ۾ انساني تهذيب تمدن ،روايتون ۽ ادارا مرد جا اطاعت ڪندڙ ٿي ويا ۽ نجي ملڪيت عورت جي آزادي ۽ خودمختياري کي ختم ڪري ڇڏيو آ. آخر ڪار عورت به ذاتي ملڪيت جي شڪل بڻجي وئي .ان جي سڀ کان اول نشاني اها هئي ته هو هڪ مرد تائين محدود ٿي وئي پر مرد کي حق حاصل ٿي ويو ته هو ڪيترين ئي زالون رکي سگهي ٿو.ان جو ڪارڻ مرد جي بالادستي ۽ حڪراني کي گهر جي اندر قائم ڪرڻ هو.۽ جيڪي ٻار مرد پيدا ٿين سي ان مرد جو نسل هجن ته جيئن هو وارث بڻجي سگهن.

جاگيرداري ۽ سرمائيداري دور ۾ سماجي،معاشي حالتن ۾ انسانن جو گهڻي حصي جو استحصال ڪن ٿورن طاقت رکندڙ ماڻهن لاءِ فائيديمند ثابت ٿيو.ان استحصالي صورتن ۾ عورت پڻ ملڪيت جي شڪل ۾ تبديل ٿي. .عورت جو سماجي رتبو سدا کان گهريلو پورهئي ۽ مرد جي بالادستي هيٺ رهڻ وارو ناهي

رهيو.جيئن ته مان اڳ ۾ بيان ڪري ائي آهيان ته طبقاتي سماج کان اڳ واري دور ۾ پيداوار گڏيل هئي جيڪا سڀني ۾ برابري جي آڌار تي ورهائبي هئي جيتوڻيڪ هر فرد هڪ جهڙو ڪم نه ڪندو هو.پر هر ماڻهو اهليت ۽ سگهه مطابق ئي ڪم ڪندو هو.عمر ۽ جنس ڪي ذريعو بڻائي استحصال نه ڪيو ويندو هو.

ڇا هميشه کان پدرشاهي سماج رهيو آهي يا اهو عمل سماجي حالتن آهر تبديل ٿيندو رهيو آهي ؟ اوائلي دور ۾ ماتائي يا مادرشاهي نظام هو جنهن ۾ فيصلي وٺڻ جو حق عورت کي حاصل هو. پر پوءِ مال ملڪيت گڏ ڪرڻ،ذاتي ملڪيت جي اڀار سان ماتائي نظام کان پرشاهي خاندان جڙيو.جنهن ۾ حاڪميت رکندڙن منافعي بخش ڪم پنهنجي ذمي ڪري پاڻ کي ڏکين ڪمن کان آجو ڪري ورتو ۽ ان جي ابتڙ جيڪي فرد گهٽا ڪم ڪندا اهي هر شئ ۽ سک کان محروم رهندا. مثال طور ڳوٺ جو وڏيرو يا ڪارخانن جو مالڪ صرف پئسو لڳائي گهڻو منافعو ٿو ڪٽي ۽ مزدور ڪئن محنت ڪري به خالي هٿ ٿو رهي يا ٿورو معاوضو ماڻي ٿو پر عورت کي ته اهو به نصيب نٿو ٿي هو ڏينهن رات بنا موڪل ۽ معاوضي جي لوڙي ٿي.جنهن وٽ نه فيصلي وٺڻ جو اختيار آهي ۽ نه ئي گهريلو ڪم جو اجوري جي دعوا جو حق!

طبقاتي سماج ۾ مرد توڙي عورتون لوڙي رهيون آهن پر ان سڀي استحصالي حالتن ۾ عورتون ٻٽي استحصال جو شڪار ٿين ٿيون.پر اهو ئي سرمائيداري سماج پنهنجي ڇاپڙائيءَ کي ظاهر ڪندي عورت کي ٻاهر آڻي ٿوته عورت جي ان پورهئي جي قيمت ان جي محنت جي برابر نٿو ڏئي.پر اڄا عورت هجڻ جي ڪري گهٽ اجرت،ڪم واري جاءِ تي حراسان ڪرڻ، مرد کان گهٽ عهدو ڏيڻ ان جي قابليت تي شڪ ڪرڻ يا ان کي نا اهل تصور ڪرڻ ان کي جنسي ۽ سماجي استحصال جو نشانو بڻائي ٿو.

فطري لحاظ سان عورت ۽ مردکي مڪمل حق اراديت،وسيع ترقي جي حاصلات جا حق حاصل آهن. عورت جي سماجي ثانوي حيثيت پٺيان خاص معاشي محرڪ عمل پيرا آهي.عورت کي پنهنجي سماجي حيثيت ۾ برابري جا حق وٺڻ لاءِ ضروري آهي ته هو معاشي لحاظ کان مظبوط ٿئي.پر صرف معا شي طور مضبوط ٿيڻ ڪافي ناهي ان ڪري معاشي عمل سان گڏوگڏ ان کي پنهنجي ذهني اوسر لاءِ سياسي تحريڪن ۾ پڻ جڙڻو پوندو.

هسليا يامي / ماروي لطيفي

# نيپالي انقلاب ۾ عورتن جو ڪردار




هسليا يامي المعروف ڪامريڊ پاروتي (ڄم 1959) هڪ نيپالي متحرڪ ڪارڪن ۽ سياسي اڳواڻ آهي. ڪامريڊ پاروتي نيپال جي ڪميونسٽ (مائوسٽ) پارٽي جي رهنما آهي ۽ نيپالي عورتن جي تنظيم (Associtation All Nepalese Women's) جي پهرين اڳواڻ پڻ هئي. هوءَ هڪ انقلابي ليکڪ به آهي. پاڻ عورتن جي حوالي سان ڪيترا ئي مضمون ۽ ڪتاب لکيا اٿس. جن منجهان هڪ ڪتاب "نيپال جي عوامي ويڙهه ۾ عورتن جي قيادت جو سوال" اهم ۽ مشهور آهي اِن ڪتاب تي ڳالهائڻ کان پهرين ضروري آهي ته نيپال جي عورتن ۽ اتان جي انقلاب تي ڳالهه رکجي. نيپال جي عوامي ويڙهه جيڪا ڏهه سال (2006-1996) هلي، ان ويڙهه نيپال ۾ بادشاهي راڄ ۽ پنچائيتي نظام کي ختم ڪري نئين جمهوري نظام جي شروعات ڪئي. انهيءَ ڪتاب بابت ڄاڻ ان لاءِ لازمي آهي ڇو جو ان ۾ عورتن جي ويڙهه، عورتن جي تحريڪن ۽ تنظيمن بابت گهڻو ڪجهه واضح ڪيو ويو آهي. گڏوگڏ اتان جي اڻ اسريل سماج بابت پڻ ٻڌايو ويو آهي. بادشاهي ۽ جاگيرداڻي سماج ۾ اُهي ئي روحاني اڳواڻ، مذهبي پيشوا ۽ راڄوڻي فيصلا ڏيندا هئا جيڪي اسان جي سنڌ ۾ ٿي رهيا آهن. 1990 ۾ نيپال ۾ جاگيردارن پيرن ۽ روحاني اڳواڻن عورتن تي جسماني ۽ ذهني تشدد پئي ڪيا جيڪي اڄ توهان کي سنڌ ۾ عام جام ملندا. ڪڏهن گهريلو ڪم تي تشدد ته ڪڏهن لڄالٽ، عورتن کي سڱ چٽي ڪري ڏيڻ، انهن تي تيزاب هارڻ، ګاسليٽ هاري

سازڻ جهڙا پيا ڪيترائي ظلم.

بادشاهي ۽ جاگرداڻي سماج دوران نيپالي عورتن ۽ شاگردن پنهنجي مسئلن ڪي آڏو رکي مختلف سماجي، ثقافتي ۽ ادبي فرنٽن جا بنياد مضبوط ڪيا. چاڪاڻ جو سياسي پارٽين ڪي ان وقت غير قانوني قرار ڏئي مٿن پابندي مڙهي وئي.

عوامي ويڙهه جي شروع ٿيڻ کان ڇهه سال پهرين عورتن جي تحريڪ ۾ واڌارو ٿيو. جنهن ۾ عورتن پنهنجا رسالا شايع ڪرڻ شروع ڪيا. عورتن جي حوالي سان ڪيترائي پروگرام رٿيا ويا هئا. جن وسيلي عورتن کي سندن طاقت ۽ خودمختياريءَ کان آگاهه ڪيو ويو. ان ئي ويڙهه دوران عورتن جي مقابله حسن کي نارين رد ڪري اهڙن ناري وروڌي پروگرامن جو بائيڪاٽ ڪيو. هزارن جي تعداد ۾ عورتون ڪُل وقتي انقلابي ٿي جاگيرداري ۽ پدرشاهي قدرن کي وائکو ڪيو ته جيئن عورتون جاگيردارن جي مفادن کي سمجهي کاڀي ڏر جي سوچ کي قبول ڪندي جاگيرداري ۽ پدرشاهي خلاف ويڙهه ڪئي. اهڙيءَ ريت عوامي، انقلابي تنظيم جاگيرداراڻي ۽ پدرشاهي نظام کي ڪمزور ڪرڻ جا بنياد وڌا.

عوامي ويڙهه دوران عورتن پهريون پيرو رياست جي جاگيرداڻي ادارن کي نشانو بڻايو جيڪي جنسي ۽ طبقاتي تشدد جا بنياد هئا.

ان ڪتاب جا ڪجهه حصا پڙهندڙن لاءِ ترجمو ڪجن ٿا ته جيئن اسان عورتن جي انقلابي تحريڪ کي سمجهي، ان جي حاصلات ۽ ڪوتون سمجهي سگهون ۽ پنهنجي سماج اندر عورت مخالف قوتن کي پنٽي ڏکي سگهون.

نيپال ۾ عوامي ويڙهه فيبروري 1996 ۾ شروع ٿي. جنهن جي قيادت ڪميونسٽ پارٽي (مائوسٽ) پئي ڪئي. انقلاب جي چٽنگ پهرين نيپال جي صرف ڪجهه ضلعن ۾ پيدا ٿي هئي پر پوءِ اُها سڄي نيپال ۾ ڦهيلجي وئي هئي. سرڪاري انگن اکرن مطابق نيپال جي 75 ضلعن مان 73 ضلعا انقلاب کان متاثر ٿيا هئا. اهي سڀ حاصلاتون ممڪن نه هجن ها جي تمام وڏي انگ ۾ عوام ۽ هسليا يامي جي اڳواڻي ۾ عورتون منظم نه هجن ها. اِهي ئي نيپال جي عوامي ويڙهه جا بنياد هئا. خاص ڪري نيپال جي عوامي ويڙهه ۾ عورتن جي تنظيم تمام اسريل هئي. انهن جي ڪارنامن کي نظر ۾ رکندي، اُهو چاٽائي ٿو سگهجي ته عورتون اُهي پهريون انقلابي

ڪارڪن هيون جن چپ، ماچ ڪي ٿوڙيو ۽ ان جي نتيجي ۾ هڪ تاريخي هڙتال ٿي جنهن 13 فيبروري 1996 ۾ عوامي ويڙهه جي شروعات ڪئي.

8 مارچ 1996 جي موقعي تي گڏيل نيپالي عورت تنظيم هڪ سيمينار ڪي منظم ڪرڻ جي جرئت ڪئي (اُهو ڄاڻيندي ته سڀ ناري ڪارڪن گرفتار ٿي سگهجن ٿيون) جنهن ۾ انهن هڪ آواز ٿي چيو ته اسان ڪي هر جڳهه تي انقلاب جي ضرورت آهي ته جيئن اسان عورتن تي ٿيندڙ تشدد ڪي ختم ڪري سگهون. اِن بهادر قدم ڪانپوءِ ئي پيون عوامي تنظيمون جڙڻ شروع ٿيون. دلت عورتون ”ڪاليڪوٽ ضلعي“ ۾ پهريون دفعو حڪران ڏر جي فوجن ڪان هٿيار ڪسي اتان جي پارٽي ڪي ڏنا. جنهن عوامي ويڙهه ۾ اجا وڌيڪ تيزي آندي.

پهريون دفعو تاريخ ۾ ڇهن مائوسٽ عورتن ”گورڪا ضلعي“ جي تمام مضبوط قلعي (جيل) ڪي ڇهه مارچ 2001 ۾ ٿوڙي نڪتيون. نومبر 2001 ۾ هنگامي حالتن جي لاڳو ٿيڻ ڪان پهرين سڀني تنظيمن منجهان عورت تنظيم ئي وڌيڪ متحرڪ ۽ اڳواٽي ڪندڙ هئي. پوري تحريڪ ۾ هڪ ڪامياب ڏڪي (جنهن سڄي ملڪ ڪي آڪٽوبر 2002 ۾ لوڏي ڇڏيو) جنهن حڪمرانن ڪي مجبور ڪيو ته سرڪاري عهديدار گڏيل نيپالي عورت تنظيم سان ڳالهه ٻولهه ڪن. گڏوگڏ هڪ ٻيو بهادر عمل (ايتري قدر جو اجا مردن به پنهنجي ملڪيت پارٽي جي حوالي نه ڪئي هئي) عورتن پنهنجا زيور پارٽي جي حوالي ڪيا.

هنگامي حالتن جي واڌاري ڪانپوءِ گهٽين ڪان گهٽيون عورتون ماريون ويون، لچالث جو نشانو بڻيون، گم ڪيون ويون. اُهو سڀ ٿيڻ ڪانپوءِ به ڪيتريون ئي عورتون نيپال ۾ عوامي ويڙهه جو حصو ٿينديون رهيون.

عورتن جي اڳواٽي ۾ سياسي عمل ڪي وڌائڻ لاءِ ڪجهه معروضي بنياد آهن. ان ڳالهه ڪان نظر ۾ رکندي ڪميونسٽ پارٽيءَ جي سينٽرل ڪميٽيءَ عورتن جي لاءِ هڪ الڳ ادارو قائم ڪيو ان اداري جو ڪم هو اهڙيون پاليسيون جوڙڻ جنهن وسيلي عورتن ڪي منظم ڪري انهن ڪي پارٽيءَ اندر وڏن عهدن تي پهچائجي ته جيئن گهٽيون عورتون پاليسي ٺاهيندڙ ادارن (جهڙوڪ يونائيٽيڊ فرنٽ، پيپلز فوج ۽ گڏيل فرنٽ) تائين پهچي سگهن.

عورت ۽ قيادت جو سوال:

قيادت جو سوال انقلابي نظريي جو عملي شڪل وٺڻ جو سوال آهي. اها خاصيت مستقل طبقاتي جدوجهد، پارٽيءَ اندر جدوجهد ۽ خود عوام اندر جدوجهد جي ڪري ئي اُسري سگهي ٿي. اِنهيءَ ڪري حقيقي قيادت صرف انهن ملڪن ۾ ئي پيدا ٿي سگهي ٿي جتي طبقاتي جدوجهد مضبوط هجي، جتي پارٽي هڪ مضبوط پارٽي هجي ۽ جيڪا فردن جي اوسر ڪري ۽ انهن کي تبديل به ڪري. يقينن روزا لگزم برگ، اليگزندرا ڪولنتائي، ڪلرا زئٽڪن، چئناگ چنگ اهڙي ئي طبقاتي جدوجهد ۽ پارٽي اندر جدوجهد جون پيداوار هيون. جيڪي جرمني، روس ۽ چين ۾ ٿيون پئي. ان سان گڏوگڏ، بنسبت مردن جي، عورت هجڻ جي ڪري کين اڃا مشڪل اندروني جدوجهد ڪرڻي پوندي هئي.

سياست ۾ عورتن جو دير سان نمودار ٿيڻ:

غلامي جي دؤر کان حڪمران طبقن جي مردن پنهنجون صلاحيتون وڌايون ته جيئن هو سياست کي هلائي سگهن. هنن پنهنجي قيادت جي صلاحيت کي عورتن جي پورهئي ۽ خدمت جي آڌار تي وڌايو. ڪنهن نه ڪنهن طريقي سان اُهو لقاءُ اڄ ڏينهن تائين قائم آهي. اينگلز چيو هو ته مدرشاهي جي حقن کان بيدخلي ئي عورتن جي لاءِ دنيا جي تاريخي مات هئي. انهيءَ دوران گهرجو سربراهه مرد ٿيو هو جڏهن ته عورتن کي ڪمتر ڪري، پنٽي ڪري، کين صرف جسماني مزي ۽ ٻارن جي ڄم جي اوزار تائين محدود ڪيو ويو هو. مردن کي ملڪيت تي پورو حق هئڻ ڪري هر فيصلي ۾ هو حڪمران ٿيا ۽ عورتن پنهنجو مدرشاهي وارو حق وڃائي هر حوالي کان محروم ٿي ويون. ائين پورهئي جي ورڇ تحت مردن لاءِ ٻاهريون ۽ ذهني پورهيو جڏهن ته عورتن لاءِ گهريلو ۽ جسماني پورهيو مقرر ڪيو ويو. ان سان گڏوگڏ مردن دنيا کي سمجهائڻ، سمجهڻ ۽ ان کي تبديل ڪرڻ جي دعويٰ ڪئي. عورتن کي گهرن تائين محدود رکڻ جي ڪري، کين ووٽ ڏيڻ جو حق به تمام جدوجهد ۽ ويڙهه کانپوءِ مليو. ايتري قدر جو ايڪويهن صديءَ ۾ به عورتون ڪويت ۾ ووٽ ڏيڻ جو حق نٿيون رکن (خيبرپختونخواهه ۾ ڪن جڳهن تي اهو طئه ڪيو هو ته عورتون اليڪشن ۾ حصو نه وٺنديون: مترجم)

سامراجيت پنهنجي بقا لاءِ ڪيترن ئي ملڪن ۾ مذهبي رجعت

پسنديءَ ۽ جاگيردارن کي پُٺ پرائي ڪري رهي آهي جهڙوڪ افغانستان ۾ طالبان ۽ گلف ملڪن ۾ شيخ جنهن جو نتيجو اُهو نڪتو آهي جو عورتون عوامي زندگي کان گهٽو ئي پري آهن. گڏوگڏ اولهه ملڪن ۾ فمينسٽ تحريڪون هجڻ جي باوجود اتي اسان کي عورت سياسي ليڊر گهٽ تعداد ۾ ملنديون. خود نيپال ۾ به بادشاهي ۽ جاگيرداٽي نظام جي ڪري عورتن کي جمڻ سان ئي اُهو رٽايو ويندو آهي ته هو ڪنهن تي به حڪمراني نٿيون ڪري سگهن. اِهي روايتو ۽ قدر عورتن جي پارٽي ۾ قيادت تي تمام وڏو اثر ڇڏين ٿيون، ايتري قدر جو ڪميونسٽ پارٽين به هن وقت تائين ان سوچ کي پوري طرح ختم ڪرڻ ۾ ڪامياب ناهين ٿيون.

عورتن جي آجپي جي جدوجهد مرد جي ڀيٽ ۾ وڌيڪ ڏکي آهي:

ڪميونسٽ عورتن جي لاءِ صرف اهو ڪافي ناهي ته اُهي طبقاتي جدوجهد، پارٽي اندر جدوجهد يا خود عوامي جدوجهد ۾ حصو وٺن. اُهي پلي پارٽي ۾ گهٽي تعداد ۾ هجن پر ڪين اقليتن ۾ ئي شمار ڪيو ويندو آهي ۽ جيئن ته اِهي پيداوار آهن پدرشاهي نظام جون انڪري ويڙهه صرف پارٽي اندر يا عوام ۾ ئي ناهي ڪرڻي هوندي پر سڀني پدرشاهي قدرن جي مخالف ٿي هڪ مشڪل جدوجهد به ڪرڻي پوندي آهي. مثال طور: عورتن کي تقدير پرستي، احساسِ ڪمتري، احساسِ جرم ۽ مظلوميت واري ڪيفيت سان به پارٽي اندر ۽ پنهنجي پاڻ سان وڙهڻو هوندو آهي. انهن کي اجا وڌيڪ مشڪل جدوجهد ڪرڻي پوندي آهي جيڪڏهن هو طلاقيافته هجن، پيهر شادي ٿيل هجين يا اڪيليون هجن. ان جي سڀ کان بهترين تشريح ايلگزنڊرا ڪولنتائي ڪئي آهي. هن روايتي شادي ۾ غلامي جي شڪل کي واضح ڪيو آهي. هن پنهنجي پهرين مڙس ۽ ٻار کي ڇڏيو ته جيئن هو ڪُل وقتي انقلابي ٿي ڪم ڪري سگهي ۽ هن پنهنجي ٻي ڪامريڊ مڙس کي به ڇڏي ڏنو ڇاڪاڻ جو هو شادي جا غلط فائدا ڪڍي ان کي شادي شده قدرن اندر محدود ڪندو هو. ڪولنتائي جي شادي خلاف اهڙي بغاوت ڏسي نه صرف بورجوازي عورتن تنقيد ڪئي پر ڪميونسٽ به ان عمل کي صحيح نه سمجهيو.

نيپال ۾ عورت جي قيادت جا ڪجهه عملي تجربا:

جڏهن نيپال جي ڪميونسٽ پارٽيءَ عورتن جي انقلابي ڪم جي اهميت کي سمجهيو ته ان جا سرهائيندڙ نتيجا به نڪتا. اڄ

سينٽرل ڪميٽيءَ ۾ عورتون وڏي پيماني تي شامل آهن. هاڻ پارٽيءَ جي هر فرنٽ ۾ هزارن جي تعداد ۾ عورتون آهن. عورتن جي فرنٽ (عوامي تنظيم) ۾ ئي رڳو ڇهه هزار عورتون ميمبر آهن. ان کان علاوه عورتون ٻين ثقافتي، ادبي ۽ عوامي فرنٽن ۾ پڻ سرگرم آهن. ايتري قدر جو عورت ڪمانڊرن جي هڪ پوري ٽيم به موجود آهي. پارٽيءَ جي صحت کاتو ڪي به، ڪمانڊر عورتون ڏسنديون آهن. انهن اُتي هڪ مهم هلائي آهي. جنهن جو نالو آهي: ”هڪ ڳوٺ، هڪ ادارو، هڪ گهر ۽ هڪ دوست“ ان ذريعي کين سيني کي منظم ڪرڻ ۾ گهڻي ڀاڱي ڪامياب ٿيون آهن. ان نعري سان هر ڳوٺ کي سياسي ڪرڻ ۾ به مدد ملي آهي. اهڙيءَ ريت پيداوار جي حصي ۾ به هڪ مهم هلائي وئي. جيڪا هن ريت آهي: جتي به رابطو آهي اتي تنظيم آهي ۽ جتي تنظيم آهي اتي پيداوار آهي. انهيءَ ڪري عورتون به هر پيداوار ڪرڻ ۾ حصيدار آهن ان سان گڏوگڏ نيپالي ڪمانڊر عورتن ڪجهه عوامي عدالتون ٺاهيون. جنهن وسيلي انهن ماڻهن کي سخت سزائون ڏنيون ويون جيڪي عورتن کي تنگ ڪندا هئا. ماڻهن کي ڏوڪو ڏيندا هئا ۽ پارٽيءَ ۾ صحيح ڪم سرانجام نه ڏيندا هئا. مادي بنيادن تي هاڻ ڪوبه چئي ٿو سگهي ته نيپال ۾ ليڊر عورتون نهي رهيون آهن.

لازمي آهي ته عورت جي قيادت جو سوال ڪميونسٽ پارٽي ۾ تمام اهميت جوڳو هئڻ ڪپي ڇو جو انقلابي عورتون ئي وڏي پيماني تي عوامي ويڙهه وڙهي رهيون آهن ۽ اِها ويڙهه ئي نئين جمهوري نظام کي سوشلزم ۾ تبديل ڪندي ۽ پوءِ هڪ غير ملڪيتي، غير رياستي سماج اڏي سگهجي ٿو جتي عورتون هر حوالي کان آزاد هونديون. اِينيسا ارمند ڪميونزم ۽ عورتن جي آزادي جي ڳانڍاپي کي سمجهائيندي چوي ٿي ته عورتن جي مڪمل آزادي ڪميونزم کان بغير ناممڪن آهي ۽ ڪميونزم عورتن جي آزادي کانسواءِ ناممڪن آهي. گڏوگڏ بغاوت ڪرڻ جو حق، ثقافتي انقلاب، مڪمل انقلاب، عوامي سياست سڀ عورتن جي تنظيم کي ساراهين ٿيون ڇاڪاڻ جو عورتون ٻٽي استحصال جو شڪار آهن ۽ ان ٻٽي استحصال جي خلاف ڏکي ويڙهه به ڪري رهيون آهن. اِهي هر وقت حاضر دماغ ٿي وڙهنديون آهن ڇاڪاڻ جو حڪمران طبقا آزاديءَ ۽ برابريءَ جا ڪوڙا وعدا ڪندا

رهيا آهن نيپال جون عورتون پنهنجي آزاديءَ جي لاءِ ان ڪري به سنجيده آهن ڇو جو انهن روس ۾ چين جو حال ناهي وسرايو جن ۾ جڏهن سرمائيداري وڏي وئي ته عورتن کي وري غلامي واري زندگي گذارڻي پئي.

ڪميونسٽ تحريڪ لاءِ اُهو لازمي آهي ته هو هر حصي ۾ پدرشاهي قدرهن خلاف وڙهن ۽ اِهڙا ادارا به ٺاهين جنهن ۾ انهن ماڻهن کي سزا ڏني وڃي جيڪي عورت جو استحصال ڪن ٿا. ڪنهن به ڪميونسٽ تنظيم جي اوسر لاءِ اهو لازمي آهي ته ان ۾ صرف انفرادي انقلابي عورتون نه هجن جهڙوڪ روزا لگزم برگ يا ڪلرا زينٽڪن پر اُهو ضروري آهي ته تحريڪن ۾ ساٿي به هجن جيئن ڪروپسڪائي ۽ چينٽاگ چنگ جن پنهنجي مڙسن سان گڏجي ويڙهه ڪئي ۽ ليڊر عورتون ٿي ٻين جي رهنمائي پڻ ڪين.

اسان کي جيني مارڪس جهڙيون به عورتون کپن جيڪا هڪ وڏي سخت جبل جيان پنهنجي مڙس سان هر مشڪل ۾ گڏ بيٺي رهي. اسان کي انقلاب آڻڻ لاءِ ۽ ان کي مستقل طور قائم رکڻ لاءِ صرف انقلابي عورتون نه پر انقلابي مرد به کپن. اسان کي مارڪس، مائو، اينگلز ۽ لينن کي نه وسارڻ کپي جنهن عورت جي آزادي ۽ عورت جي سوال کي بهتر انداز ۾ سمجهايو هو.

آخر ۾ مائو جا لفظ ورجائڻ لازمي آهن: ”(سماجي حالتن ڪان) غير مطمئن رهندا اچو. (مستقبل جي) دنيا غير مطمئن رهندڙن جي آٿوَ“ اها ڳالهه عورت انقلابي اڳواڻن تي وڏيڪ لاڳو ٿئي ٿي جن کي نه صرف سماجي حالتن سان پر پارٽيءَ اندر ٿوڙي پنهنجي پاڻ سان به هڪ ڏگهي ۽ پيچيده لڙائي لڙڻي پوندي آهي.

صدف ٿلهو

# نجي زندگي جي تاريخ
## (ڊاڪٽر مبارڪ علي جي ڪتاب جو جائزو)
## حصو ٻيو

(آخري رومي دور ۽ عيسائيت)

ڊاڪٽر مبارڪ جي مطابق آخري رومي دور ۾ طبقاتي فرق تمام گهڻو وڌي ويو. تعليم ۽ تربيت جي ذريعي اعليٰ طبقي جا ماڻهو پاڻ کي هيٺئين طبقي کان الڳ رکندا هئا. اعليٰ طبقي جا ماڻهو پنهنجي جسم جو خاص خيال رکندا هئا. ورزش، غسل و صفائي سئي خوراڪ، هنن جي زندگين جو معمول بڻجي ويو. ڪردار جي بلندي لاءِ ضروري هو ته ڪاوڙ تي قابو هجي. جنسي تعلقات صرف برابري واري ماڻهن سان رکجن.

آخري رومي دور ۾ معاشري جي اخلاقن ۾ تبديلي اچڻ شروع ٿي. مثلاً خودڪشي جيڪا باعث وقار هئي. اهو عمل هاڻي ذهني بيماري جو اظهار بڻيو. جڏهن عيسائيت جي تعليم ڦهلجڻ لڳي ته تبديلي جو عمل تيزي سان شروع ٿي ويو. خاص طور اِن عمل جي تيزي سان نجي زندگي بدلجڻ لڳي. ماڻهن جو عمل هاڻي خدا جي تصور سان جڙيو قيادت جو خوف دل و دماغ تي حاوي ٿيڻ لڳو. مذهبي اتحاد تي زور ڏنو ويو. عيسائيت جو عقيدو هو ته جنسي تعلقات گهٽ ۾ گهٽ رکجن. ڪنواري زندگي سڀ کان ڀلي آهي. ڇو ته انهيءَ طريقي سان پاڻ کي ٻين کان الڳ ڪري سگهجي ٿو. جيڪڏهن شادي ٿي به ته طلاق نه ٿيڻ گهرجي طلاق جو تصور ڪجهه هن ريت هو ته جيڪو شخص پنهنجي زال کي طلاق ڏئي ٿو ته اهو هڪ عورت کي قابو ۾ نه رکي سگهيو اها بي عزتي واري ڳالهه هئي. بيواهه عورت لاءِ هڪ ئي رستو هو ته هوءَ چرچ جي خدمت ڪري. نيڪ ڪردار لاءِ لازم هو ته جنسي تعلقات کان پرهيز ڪيو وڃي. چرچ جي نمائندي لاءِ ضروري هو ته هو تمام تعلقات کان آزاد ٿي صرف چرچ جي خدمت ڪري. عيسائيت جي اِنهيءَ طرز زندگي کان غير مذهبي متاثر ٿيا. ڇو ته انهن لاءِ جنسي تعلقات ترڪ ڪرڻ مشڪل هو.

رومي، عيسائيت کان اڳ موت کان پوءِ واري زندگي کي نه مڃيندا هئا. پر هاڻي هُنن کي موت کان پوءِ ٿيڻ واري حساب ڪتاب تي يقين ٿيڻ لڳو. هاڻي مرڻ واري جي سڀ ذميواري چرچ تي هئي.

مثلاً ان جو ڪفن ۽ دفنائڻ جو ڪم سچو جو سچو چرچ تي هو. هو غير مذهب لاءِ دعا به نه گهرندا هئا. جنهن جي نتيجي ۾ ماڻهو آخرت کان خوف کائڻ لڳا. موت تي چرچ جو اثر اجان به وڌيڪ ان وقت ٿيو جڏهن چرچ جي اندر قبرستان ٺهيا ۽ ان قبرستان ۾ اهي ئي ماڻهو دفن ٿيڻ لڳا جيڪي ان عقيدي کي مڃڻ وارا هئا. عيسائيت جي ڪري هڪ اهم تبديلي هيءَ به آئي ته جيڪي راهب (Monks) هئا (Monks معنيٰ تنها رهڻ وارا) انهن جو طبقو الڳ پيدا ٿيڻ لڳو. ۽ اهي شهرن ۾ رهندا هئا ۽ پيا Hermiaye انهن ماڻهن ۽ دنياوي زندگي کي ترڪ ڪري ڇڏيو اهي غير آباد، بنجر، ريگستانن ۾ وڃي آباد ٿيڻ لڳا. انهن جو خيال هو ته شهري زندگي انسانن کي گناهن ۾ وجهي ٿي. ان ڪري شهري زندگي کي ڇڏي ويرانن ۾ رهڻ گهرجي. جتي شهري خرابيون نه پهچي سگهن ۽ فرشتن جهڙي پاڪ زندگي گذاري سگهجي. اهڙي زندگي کان متاثر ٿي پرپاسي واريون آباديون انهن جون مريد ٿيڻ لڳيون. هي انهن آبادين جا مذهبي رهنما ٿي ويا. ان نتيجي ۾ بيابان ۽ ريگستان آباد ٿيڻ لڳا. شهري زندگي زوال پذير ٿيڻ لڳي. شهرن جون ثقافتي ۽ سماجي سرگرميون ڪمزور ٿيڻ لڳيون. امير راهبن وٽ صلاح مشوري ۽ دعا لاءِ اچڻ لڳا. غريب ماڻهو جيڪي مالي حالتن کان تنگ هئا اهي به انهيءَ خانقاهن جي پرپاسي آباد ٿيڻ لڳا ۽ Hermitags انهن سان ملي هڪ نئين برادري جو بنياد رکيو پر انهيءَ سان ائين ٿيڻ لڳو ته جيڪي امير راهبن وٽ ويندا هئا اهي راهبن کي پئسا ڏيندا هئا جنهن جي نتيجي ۾ غريب کي نقصان ٿيو ۽ راهبن کي خيرات جي صورت ۾ هٿيار مليو ۽ غريب چرچ جو وڌيڪ محتاج ٿيو. ان هٿيار جي ذريعي راهبن غريبن جي وفاداري ۽ اطاعت حاصل ڪري ورتي.

شهري زندگي کي تمام گهڻو نقصان رسايو. نوجوانن جون جيڪي به سرگرميون هيون. اهي ختم ٿيڻ لڳيون. امير پنهنجن ٻارن کي تعليم و تربيت، ادب آداب لاءِ چرچ موڪلڻ لڳا ۽ انهن کي ٻڌايو ويندو هو ته خدا اسان جي هر حرڪت ۽ عمل کي ڏسي ٿو. جيڪي تعليم جو معيار پهريان هيو مثلاً خطاطي، فنون لطيفه، تقريرون، فلسفو وغيره انهن جو اثر گهٽ ٿيڻ لڳو. نوجوانن جون زندگيون مڪمل تبديل ٿيڻ لڳيون. هو بائيبل پڙهڻ لڳا. ٿيٽر، فورم، ڪلب، سب زوال پذير ٿيڻ لڳا. هاڻي انهن جو آئيڊيل راهب ٿيڻ لڳو. پوءِ انهن جي زندگي جو جوش ۽ ولولو ختم ٿيڻ لڳو.

شهري زندگي کي گناهه جي نظر سان ڏسجڻ جو عمل شروع ٿيو. راهب جي عروج تي پهچڻ سان نجي زندگي به متاثر ٿيڻ لڳي. تنهنڪري عورت مجسم گناهه ٿي وئي. جنهن کي هٿ لائڻ سان پاڪيزگي ۾ خلل ٿيو وجي هن جي جسم کي هٿ لائڻ باهه کي هٿ لائڻ جي برابر هو.

راهبن شهري زندگي، حمام، سماجي تقريبن ۽ عورت جي زيب ۽ زينت ۽ آرائش تي حملا ڪرڻ شروع ڪيا. عورت ۽ ان جو لباس راهبن جي اهميت جوڳو موضوع ٿي ويو. جيڪا غريب عورت پنهنجي جسم کي غربت جي وجهه سان ڍڪي نه سگهندي هئي. اها هاڻي گناهه جي دعوت ڏيڻ واري ٿي ويئي. جڏهن ته پهريان ان کي رحم جي نظر سان ڏٺو ويندو هو. جيڪا عورت ماهواري يا اميد سان هوندي هئي ان کي چرچ ۾ داخل ٿيڻ جي پابندي هئي.

عيسائيت جي ڪري عورت جو سماجي رتبو ڪرندو ويو.

ان جي باوجود اولهه ۾ اوڀر جي راهبن جي ابتڙ سينٽ آگسٽائن شادي ۾ پار پيدا ڪرڻ جي تلقين ڪئي. اهو ڪنهن خوشي سان نه پر ان نظرئي جي تحت اجازت ڏني وئي ته ٻارن جي ذريعي انسان هن دنيا ۾ ابديت حاصل ڪري ٿو ۽ ان جو خاندان باقي رهي ٿو پر ان سان به اولهه ۾ عورتن جي حيثيت گهٽ ۽ ٻي درجي جي ئي هئي.

<u>فهميده</u>

## رياست جو آغاز سبين ۽ رياستي تشدد



اينگلس (Engles) پنهنجي ڪتاب، ”خاندان، ذاتي ملڪيت ۽ رياست جي آغاز“ ۾ قديم سماجي نظامن جي عڪاسي ڪجهه ان ريت ڪئي آهي ته جيئن رياست جو ظهور تاريخي پسمنظر ڪان سمجهي سگهجي. اينگلس هن ڪتاب ۾ وضاحت ڪئي آهي ته رياست ڪهڙن ڪهڙن مرحلن مان گذري موجوده شڪل اختيار ڪئي.

رياست، جيڪا اڄ جو مروج سماجي ڍانچو آهي، ڳن (gen) نظام جي ختم ٿيڻ ڪانپوءِ وجود ۾ آئي. ڳن هڪ اهڙو سماجي گروهه هو جنهن ۾ مختلف مذهبن جا ماڻهو ايڪي ۾ رهندا هئا. سماجي ترتيب ڪجهه ان ريت هئي ته ڳن ملي برادريون ٺهنديون هيون ۽ برادريون ملي قبيلا ٺهندا هئا. پر هر ڳن کي پنهنجا پنهنجا سماجي حق حاصل هئا. هر ڳن پنهنجو اڳواڻ پاڻ چوندينڊي هئي جنهن ۾ مرد ۽ عورتون برابر جا شريڪ هوندا هئا. هر ڳن کي اهو اختيار حاصل هو ته هو ڪهڙي به وقت پنهنجي چونڊيل اڳواڻ يا جنگي سالار کي برطرف ڪري سگهي پئي، پوءِ پلي قبيلو ان فيصلي جي حق ۾ نه هجي. اهي فيصلا ڳن جي عوامي ڪائونسل (اگورا) ۾ ڪيا ويندا هئا. اينگلس مطابق:

اگورا هڪ جمهوري مجلس هئي، جنهن ۾ ڳن جو هر بالغ مرد ۽ عورت شامل ٿيندا هئا ۽ سڀني جو آواز برابر سمجهيو ويندو هو. اهم مسئلن جي حل لاءِ ڪائونسل، اسيمبلي جو اجلاس طلب ڪندي هئي جنهن ۾ هر فرد کي ڳالهائڻ جو حق حاصل هو. ان اسيمبلي جي مثان اهڙو ڪوبه ادارو نه هو، جيڪو عوام کان ڌار

هجي.
ذاتي ملڪيت جي وجود ۾ اچڻ سان گن دستور جو زوال ٿيو. دولت جمع ڪرڻ جي رجحان، گن سماج کي ٻن طبقن ۾ ٽوڙي ڇڏيو. جنهن ۾ هڪڙي طبقي وٽ گهٽي دولت ته ٻئي طبقي وٽ گهڻ دولت هئي. گن جي ميمبرن جو اعليٰ ۽ ادنيٰ طبقي ۾ ورهائجي وڃڻ جو نتيجو اهو نڪتو ته ملڪيت واري طبقي هٿان، ملڪيت کان محروم طبقي جو استحصال ٿيڻ لڳو. جيڪو اڄ تائين هلندو پيو اچي.

جيڪي مسئلا قبيلا آزاديءَ سان طئي ڪري سگهندا هئا، اُهي هڪ مرڪزي اداري (رياست) کي ڏنا ويا. اينگلس لکي ٿو:

”هٿياربند عوام جي جاءِ تي، جيڪا پاڻ قبيلن جي حفاظت ڪندا هئا، هٿياربند سرڪاري طاقت قائم ڪئي وئي جيڪا رياست جي اشارن تي هلندي هئي ۽ جنهن مان عوام خلاف ڪم پڻ ورتو وڃڻ لڳو.“ گن دستور جي زوال ڪانپوءِ عوام وٽ رياست مان اميد ڪرڻ کان علاوه پيو ڪو رستو نه بچيو. اڳتي هلي رياست اهو روپ ڌاري ڇڏيو جنهن ۾ عوامي حقن کي لتاڙڻ ۾ ڪابه ڪسر نه ڇڏي وئي.

اڄ رياست، استحصال جي مختلف صورتن کي استعمال ڪري پنهنجا مقصد پورا ڪري ٿي. اطالوي مارڪسسٽ انتونيو گرامچي (Antonio Gramsci) استحصال جي انهن صورت کي ڪوآپٽوِ ۽ ڪواِرسِو قوت (Cooptive & Coercive forces) جو نالو ڏنو آهي. ڪوآپٽو فورس ميڊيا ۽ نصاب جي ذريعي عوام جي نفسيات ان رخ کان موڙيندي آهي جنهن رخ ڏانهن رياست موڙائڻ گهرندي آهي. مثال، اسڪول ۾ جيڪا تاريخ پڙهائي ويندي آهي ان ۾ پاڪستان سدائين (Hero) ۽ مخالف ڌر سدائين (Villian) ڏيکاري ويندي آهي. بنگلاديش پاڪستان کان ڌار ڇو ٿيو، ان جي حقيقت نصاب ۾ شامل ڪتابن مان ڪڏهن به نٿي ملي سگهي. اهڙيءَ طرح ڪارپوريٽ ميڊيا اهڙي ڪابه خبر عوام تائين نٿي پهچائي جنهن جي رياست اجازت نٿي ڏي.

ڪوارسِود فورس جو استعمال عوام ۾ مزاحمتي عنصرن کي دٻائڻ لاءِ ڪيو وڃي ٿو. جنهن جو هڪ مثال بلوچستان ۾ ٿيندڙ نسل ڪشي (genocide) آهي. انهن ٻنهي فورسز جي استعمال سان رياست عوام کي subject مان object ۽ حصيدار Participant مان

تماشائي spectator بڻائيندي رهي ٿي.

جيتوڻيڪ رياستي ڌنار عوام کي رڍن جيان هڪليندو رهي ٿو پر انهيءَ عوام منجهه ڪجهه اهڙا ڪردار به موجود هوندا آهن جيڪي اڪيون پوٽي يا ڌٽن جيان سڌي لڪير ۾ هلڻ کان انڪاري هوندا آهن. سبين محمود جو مثال اسان جي سامهون آهي، جنهن کي 24 اپريل 2015 تي (Unsilencing Balochistan take2) پروگرام ڪرائڻ جي ڏوهه هيٺ قتل ڪيو ويو. سبين هڪ لبرل، اين جي او ورڪر هئي جنهن بلوچ قوم سان يڪجهتي (Solidarity) ڏيکاري فرزانه بلوچ ۽ ماما قدير کي پنهنجو ڪيفي هڪ اهڙي پليٽ فارم طور ڏنو جتي پاڻ سان ٿيندڙ ظلم جي دانهن ڏئي سگهن. سبين جو ڏوهه اهو هو ته هن جمهوريت جو پوش پاتل آمريت کي وائکو ڪرڻ چاهيو. سبين جي قتل تي ڏک جو اظهار ڪندي ماما قدير چيو:

اهي (ايجنسيون) مونکي پاڪستان ڇڏڻ نٿيون ڏين، اهي مونکي لمس (LUMS) ۾ ڳالهائڻ نٿيون ڏين، اهي مونکي ڪراچي ۾ ڳالهائڻ نٿيون ڏين اسان پنهنجي حقن متعلق ڪٿي ڳالهايون؟ اسان پنهنجو آواز نيٺ ڪٿي اٿاريون؟

بي بي سي نيوز کي انٽرويو ڏيندي سبين جي ماءُ مهناز محمود ٻڌايو ته هن سبين کي ننڍپڻ کان ئي ذات ۽ مذهب جي بنياد تي ٿيندڙ سماجي متڀيد کان الڳ رکيو. هوءَ سبين کي، ننڍپڻ ۾ اڪثر چوندي هئي ته، ”اها ڳالهه بلڪل معنيٰ نٿي رکي ته ڪير ڪهڙي مذهب ۽ ذات سان تعلق رکي ٿي/ٿو، يا ڪير غريب يا امير آهي، اسان سڀ برابر آهيون.“ مهناز محمود ٻڌايو ته سبين پهريون پيرو مزاحمت صنفي متڀيد خلاف ڪئي. هن پنهنجي هيڊمسٽريس کان سوال ڪيو ته ائين ڇو آهي ته ڇوڪريون ڪرڪيٽ ٽيم ۾ نٿيون کنيون وڃن.

نيشنل پبلڪ ريڊيو (USA) جي ميزبان Dina-Temple سبين محمود جي ڪيفي (The Second Floor) T2F جو دورو ڪيو جتي سبين هن کي ٻڌايو ته (T2F) تي هر ان شيءِ کي پليڪار ڪيو وڃي ٿو، جيڪا technology، science، ideas ۽ art جي دائري ۾ اچي ٿي.

Unsilencing Balochistan جي ميزباني ڪرڻ کان اڳ به هڪڙي پروگرام جي ميزباني ڪرڻ جي سبين ايجنسين جي نشاني تي رهي چڪي آهي Dina-Temple کي انٽرويو دوران سبين ٻڌايو ته عائشه صديقه آرمي تي هڪ تنقيدي ڪتاب لکيو هو جنهن جي

مهورت سبين جي ميزباني هيٺ ٿي. جنهن ڪان پوءِ سبين ۽ سندس ساٿين کي ايجنسين طرفان فونون پڻ آيون. نه صرف ايترو بلڪه ISI جا ايجنٽ T2F ويا ۽ سبين کان Pro-army سوال پڻ ڪيائون.

سبين جي موت جو ذميوار ڪڏهن انتها پسندن کي ته ڪڏهن RAW جي ايجنسين کي قرار ڏنو ٿو وڃي ۽ اهو سوال ته پنهنجي جاءِ تي آهي ئي ته جيڪا رياست لمس يونيورسٽي لاهور ۾ بلوچ سوال تي پروگرام ڪرڻ تي پابندي هٽي سگهي ٿي ته پوءِ اها ئي رياست سبين کي ان معاملي ۾ هٿ چراند ڪرڻ تي ڪيئن بخشي سگهي ٿي؟

ڪراچي يونيورسٽيءَ ۾ سبين کي پيٽا پيش ڪرڻ لاءِ، شاگردن طرفان منقعد ٿيل پروگرام ۾ فرزانه بلوچ چيو:

"I pray rich tribute to comrade Sabeen"

هوءَ اسان جي دلين ۽ ذهنن ۾ سدائين زنده رهندي.

اڄ رياست جو هجڻ ان ڳالهه جي ضمانت آهي ته هوءَ صرف اِها عوام دوست نه بلڪه عوام دشمن آهي! پر تاريخ شاهد آهي ته سماجي بيهڪ ۽ ماڻهن جو هڪ ٻئي سان تعلق سدائين ائين نه رهيو آهي. جڏهن عوام کي سماجي حق حاصل هئا ۽ جتي پنهنجي حقن جي گُهر ڪرڻ تي ماري خاموش نه ڪرايو ويندو هو. پاڪستاني رياست بدترين روپ ڌاري چڪي آهي جتي مفاد پرستن لاءِ انساني حقن جهڙي ڪا شيءِ معنيٰ نٿي رکي، پر اڄ به ڪجهه اهڙا انسان دوست موجود آهن جيڪي هڪ اهڙي سماج جي ڪوشش لاءِ جدوجهد ڪري رهيا آهن جتي اگورا جهڙي عوامي ڪائونسل هجي، جنهن ۾ ڪو ادارو عوام کان ڌار ۽ ڳجهو نه هجي.

سبين کي خاموش ڪرائي اسان سڀني کي ماٺ جو درس ڏنو ويو آهي، پر جي قتل ڪري ڇڏڻ سان خاموشي مڙهي سگهجي ها، ته پوءِ هزارن سالن کان پوءِ به ماڻهو سقراط، منصور، چي گويرا جي ريت جاري نه رکن ها. فيض صحيح چيو آهي ته:

زباں پہ مہر لگی ہے تو کیا کر رکھ دی ہے
ہر ایک حلقۂ زنجیر میں زباں میں نے

سنيه

## ٽي وي اشتهارن ۾ عورتن جو صنفي استحصال

ٻولي صرف اکرن۽ معنائن جي ڳانداپي سان ٺهندڙ سمجهه تائين ئي محدود نه هوندي آهي. ٻولي هڪ سماجي عمل آهي. معنيٰ ۽ سمجهه هڪ تاريخي سلسلي جو نتيجو هوندا آهن جنهن ۾ ڪيترائي عنصر شامل هوندا آهن. مثال طور سماج ۽ ان جا قدر، ريتون ۽ رسمون، تاريخي اوسر ۽ جاگرافيائي حدون وغيره. لفظ مٿي بيان ڪيل عنصرن مان ئي پنهنجي معنيٰ ۽ مطلب ڪڍندا آهن ۽ صرف ايترو ئي نه ته ٻولي صرف ماحول جي تبديليءَ سان تبديل ٿيندڙ حقيقت آهي، پر ٻولي ساڳيءَ ريت سماجي حقيقتون ٺاهي ۽ جوڙي به ٿي. ائين چوڻ آسان رهندو ته ٻولي انسان جي شعور، وجود ۽ سماجي قدرن کي ٺاهي ٿي.

ٻوليءَ جي مٿي بيان ڪيل تصور کي Sapir-whorf جو Hypothesis چوندا آهن.

انسان جي روزمره جي زندگي ۾ ٽي وي اشتهار هڪ اثرائتو ڪردار ادا ڪن ٿا. اهي اشتهار ٻڌائن ٿا ته عام ماڻهوءَ لاءِ زندگي ۾ ڪهڙيون شيون ضروري آهن. هاڻ ته ٽي وي اشتهار فرد کي مٿئين طبقي جي زندگيءَ کان واقف ڪرائين ٿا. اشتهارن ۾ استعمال ٿيل لفظ، پسمنظر ۾ هلندڙ موسيقي، ڪردار ۽ قدر جوڙين ٿا. اهي قدر مٿين طبقي جي مفادن جي نمائندگي به ڪن ٿا. اشتهار نه صرف مخصوص سوچ کي هٿي وٺرائن ٿا پر اها سوچ اسان جي روزمره جي زندگي، عمل ۽ اخلاقي قدرن ۾ پڻ نظر اچي ٿي. اشتهارن ۾ عورتن جي نمائندگي نه صرف اها سکيا ڏي ٿي ته هڪ عورت لاءِ ان جي شڪل ۽ سينگار ان جي زندگي جو مقصد هئڻ گهرجي پر ناري کي هڪ اٻوجهه ذهن پڻ ڏيکارن ٿا. ان ڳالهه کي ديبا ۽ شهوار (2011) عورتن جي اشتهارن ۾ نمائندگي تي تحقيق ۾ ٻڌايو آهي ته اهڙا اشتهار هڪ ناري کي مائيٽي، ڪمزور صنف، سادي، موڳي، خوابن ۾ رهڻ واري، منڙي، نرم دل ۽ ويچاري ڏيکارين ٿا جيڪي ذهني طور پنهنجي هار قبولي ويٺي آهي. انهن اشتهارن جي ذريعي ئي صنفي متڀيد ۽ صنف ڪاري جو

عمل تيز ٿئي ٿو. ساڳئي ريت ميڊيا ۾ جتي اشتهارن ۾ عورت جي موجود لازمي نه به هوندي آهي، انهن اشتهارن ۾ به عورتون جنسي ترغيب ڏيندي شيونگ ڪريم، پرفيوم (For man) جهڙن اشتهارن ۾ پيش ڪيون وينديون آهن. انهن جو اهو ڏيکاءُ عورتن کي هڪ جنسي اهڃاڻ (Sex symbol) جي طور تي پيش ڪندو آهي. ان ڏس ۾ اها حقيقت سامهون اچي ٿي ته هن سرمائيداري نظام ۾ عورت کي تعليم ۽ نوڪري جا حق ڏنا ويا آهن پر ان جي شناخت هڪ شيءِ يا سامان کان علاوه ڪجهه نه آهي. اهڙا اشتهار نه صرف ناري جي جسم کي فوڪس ڪندا آهن پر جسم جا به صرف ڪجهه حصا ئي گهٽي توجهه جي لائق هوندا آهن. ان مان صاف ظاهر آهي ته عورت هڪ عياشي جو سامان آهي ۽ ان جو جسم مخصوص نمائش لاءِ آهي.

ان کان سواءِ سماجي طور طئي ڪيل جنسي ورڇ ۾ ثقافت ۽ مختلف علاقائي هنڌن جو فرق پڻ وڏو اهم ڪردار نڀائي ٿو. بنيادي جنسي ورڇ ٻن ڌرين ۾ ڪئي وئي آهي. مرد ۽ عورت.

Warent Blvemen ’جنس‘ ۽ ’صنف‘ کي ’اسم‘ ۽ ’فعل‘ ۾ ورهايو ويو آهي. جنهن مطابق مرد معنيٰ ’مردانگي‘ جي علامت ۽ عورت معنيٰ ’زنانه فعل‘. اهي فعل ڪيئن هجڻ گهرجن ۽ ان سوال جو جواب نصابي ڪتاب ۽ ميڊيا جهڙي ريت آڏو آڻين ٿا اهو ذهني خرابي (پيدا) ڪرڻ ۾ اهم ڪردار ادا ڪري ٿو. ڪملابماس (2000) پنهنجي ڪتاب ’بھلا یہ جینڈر کیا ہے‘ ۾ جنس کي صنف ڪاري جو عمل چئي ٿي جنهن ۾ سماجي رويه جنس کي مرد ۽ عورت ٺاهڻ ۾ ڪم اچن ٿا ۽ ساڳيا رويه ٻنهي جي عملن، اٿڻ ويهڻ، کائڻ پيئڻ تائين انهن کي صنفي متپيد ۾ مصروف رکن ٿا. ان صنفي فرق کي اشتهار وڌيڪ اڀارين ٿا. اجا به ڪٿي ايئن چئجي ته اشتهار چاهي کهڙي به سامان جو هجي، عورت کي ان ۾ هڪ جنس طور ئي ڏيکاريو وڃي ٿو. هيٺ چونديل اشتهارن کي ظاهري ڏيکاءَ سميت ماڊل جي هر عمل جو جائزو ورتو ويو آهي، جنهن ۾ ماڊل پنهنجي نمائش جو اظهار مختلف طريقن سان ڪري ٿي.

تجزيو 1 : (اشتهار فريش آپ چيونگم)

پوري اشتهار ۾ سواءِ گاني جي علاوه ڪجهه ڳالهايو نه ويو آهي، پر سموري اشتهار عورت کي هڪ سيڪس جي اهڃاڻ ڪري ئي پيش ڪيو آهي. عورت جي اها نمائندگي ڪجهه نه ڳالهائيندي

به گهڻو ڪجهه ظاهر ڪري ٿي. ماڊل جي چيونگم جي پني لاهڻ جي انداز ڪان وٺي، ان ڪي منهن ۾ وجهڻ جو انداز جيئن ڪئمره جي اڪ ماڊل جي چپن ڪي، ۽ مخصوص جسماني حصن جيئن ته ڇاتي، ٻانهن ۽ چيلهه ڪي ظاهر ڪيو آهي اِهو هڪ ڏگهو بحث گهري ٿو. پهرين پهر ته انتهائي غير ضروري طور ناري جي نمائندگي ڪئي وئي آهي. هڪ ابنارمل نمائندگي جنهن جو حقيقت سان پري پري تائين ڪو ڳانڍاپو نه آهي. هڪ چيونگم جي اشتهار ۾ موجود ناري جي هر هڪ انداز، ڪپڙن، ڪائڻ جو طريقو ۽ پس منظر ۾ هلندڙ گاني جو پاڻ ۾ ڪو تعلق نه آهي. ڇو جو جتي چيونگم جي اشتهار ۾ ناري ڪي ان لاءِ آڏو ٿو آڻيو وڃي ڇاڪاڻ ته ان جا مخصوص جسماني حصه دلڪش انداز ۾ وڏي پردي جي ڪا شيءِ/ سامان ماٺي پيش ڪئي وڃي ۽ پس منظر ۾ هلندڙ ريجهائيندڙ ٿڌا ساهه ڀريا وڃن، ته پوءِ لازماً اهڙو اشتهار ’صرف سامان‘ نه وڪڻندو آهي.

تجزيو 2 – پيور ڪوڪنگ آئل:

هن اشتهار ۾ ماڊل جو ظاهري حليو هڪ مخصوص پيٽي بورزوا طبقي جي نمائندي ڪري ٿو. ڀاڃائي جو رنڌڻي ۾ موجود ظاهري حليو هڪ عام ماڻهو جي روزمره جي نارمل هلندڙ روٽين جي نفي ٿو ڪري. ڪابه ناري رنڌڻي ۾ ڀرپور ميڪ اپ ۽ چمڪيلا ڪپڙا پائي رڌپچاءُ نه ڪندي آهي. اهڙن اشتهارن ۾ مصنوعي، نمائشي خيالن جي هٺ هٺي قائم ڪئي وڃي ٿي. اِن اشتهار ۾ ٻولي جو جائزو پڻ قابل غور آهي. جڏهن ڀاڃائي حيراني وچان اِهو چوي ٿي ته ’ایک سال باہر اکیلے رہنا؟‘اهو هڪ ناري جي شخصي آزادي تي سوال ضرور اٿاري ٿو، پر اسان جي سماج ۾ شخصي آزادي ڇا ضروري آهي ۽ اهڙي نوعيت جا ٻيا سوال ناري سان ڳنڍيل هوندا ئي نه آهن پر ها، هن جي شادي ڪٿي ڪرڻي آهي ۽ نوڪري لاءِ ٻاهر ڇڏڻو آهي يا نه؟ اهي سوال ئي ناري لاءِ اهم سمجهيا ويندا آهن. اهڙا اشتهار سرمائيداري نظام ۾ عورت جي بيهڪ ڪي انتهائي چٽي نموني ظاهر ڪن ٿا جتي سرمائيداري عورت ڪي ٻاهرڪڍيو، نوڪريون ڏنيون پر گڏوگڏ ان جو تنقيدي شعور اوترو ئي ختم ڪيو، پڙهڻ جي آزادي آهي، نوڪري جي آزادي آهي، ٻاهرين ملڪ وڃي پڙهڻ جي به آزادي آهي، پر آخر عورت ڪي ڪرڻي ’شادي‘ ئي آهي! ۽ ان سموري عمل ڪي نارين

جي ’پاڳ‘ جهڙن سوچن سان پڻ سلاڙيو ويندو آهي. ڇو جو هن سماج ۾ هڪ ناري شادي جي بغير ’اڻ پوري‘ ۽ نياڳي آهي. ان کان علاوه پيءُ جو اشتهار ۾ اهو چوڻ ته ’تمہارے ہاتھ بھی تو پیلے کرنے ہیں‘ اهو به پڌرو ڪري ٿو ته مائٽن ڌي جي شادي ڪرائڻ دنيا جو ڏکيو ڪم آهي. ڇو جو اهو اهڙو بار آهي جنهن کي جيترو جهٽ نمٽايو وڃجي، اوترو بهتر. ان اشتهار ۾ ان ۾ موجود نظريه سامهون پرکندي اهو چئي سگهجي ٿو ته اسان جو تعليم ۽ تفريحي نظام اهڙي سکيا ڏيندو ئي نه آهي جتي مسئلن کي مختلف رخن کان، هر زاوئي کان پرکيو وڃي يا انهن تي سوچ ويچار ڪئي وڃي. ان کان علاوه اهڙا اشتهار ميرج مارڪيٽ/ رشته مارڪيٽ کي پڻ پڌرو ڪندي ٻڌائين ٿا ته ڇوڪرن جون زالن لاءِ ڇا گهرجون آهن. ڇو جو هاٽوڪي ريت سونهن کان علاوه ’ڪمائيندڙ ڇوڪري، پڻ رشته مارڪيٽ جي وڏي اهم گهرج آهي. اِها گهرج هن اشتهار ۾ صاف ظاهر آهي.

ٻي پاسي اشتهار ۾ ڀاڄائي جي جملي مان عورت جي رشتي ۽ روايتي سمجهه جو اظهار ٿئي ٿو جو ساڳئي جنس هوندي به هڪ ٻي لاءِ منفي رويه ڏيکاريا ويا آهن. ڇو جو ڀاڄائي پنهنجي نڻان کي منه ڪيو. اتي ئي ڀاڄائي نڻان جي همت وڌائيندي ان جو پاسو ڪٽي پي سگهي پر هن اڻ سوءِ طرح منه ڪيو. پوري اشتهار ۾ تيل تي صرف 5 سيڪڙو زور ڏيندي آخر ۾ اهو چيو ويندو آهي ته پيور ڪوڪنگ آئل ئي زندگيءَ جو مقصد آهي ۽ ان سان تهيل کاڌا ئي بهترين آهن. اهڙا اشتهار سامان جي واپرائپ (Consumerision) ۽ سامان لاءِ چريائپ کي چوٽ تي پهچائڻ جا وڏا ذريعا آهن.

مٿي بيان ڪيل جائزن ۾ نه صرف عورت جي سجاٽپ ’سونهن‘ سان سلهاڙيل ڏيکاري وڃي ٿي پر اهو پڻ ٻڌايو وڃي ٿو ته ناريءَ کي ڪيئن زندگي گذارڻ گهرجي. عورت هڪ وکري جو سامان ۽ ريجهائيندڙ وجود آهي جنهن جو جسم ئي ان جو ڀاڳ ۽ مستقبل طئي ڪري ٿو. انهن سڀني سوچن، نظرين جي بنيادي جوڙجڪ ’پدرشاهي سماج‘ آهي. هڪ اهڙو سماج جنهن ۾ ’مخصوص طرح جي تعليم‘ انهن نظرين کي پدرشاهي سماج کي قائم رکڻ لاءِ ڏني وڃي ٿي. مسئلو حل جي ڳولا نه آهي صرف، پر مسئلن کي ”حقيقتاً مسئلن طور ئي“ پيش ڪرڻ آهي. ايڪويهين صديءَ ۾ گلوبلائزيشن جي دور ۾ جتي ڪجهه اين جي

اوز عورتن تي پروگرام ڪرائي، سوشل ميڊيا تي مشهوري خاطر عورتن جا مسئلا ٻڌائي، ڳوٺن ۾ وڃي حال احوال پڇڻ ۽ انهن نارين سان تصويرون ڪڍرائڻ يا وڏين هوٽلن ۾ عورتن جي مسئلن تي هڪ به تقريرون/ ڪانفرنسون ڪرائي عورت جي استحصال واري معاهدي کان اک پوٽين ٿيون. چو جو هتي اسان اڃا تائين به بنيادي سوالن کي رکڻ کان به محروم آهيون. ان لاءِ تنقيدي ڄاڻ ضروري آهي جيڪا ناريواد، ناري جي سوالن کي صحيح نموني آڏو آڻي پر وري مسئلو اتي ئي ٿو بيهي وڃي ته کهڙي 'تنقيدي ڄاڻ؟' جيئن ته اسان وٽ ڄاڻ جو مرحلو به پاڻ ۾ هڪ وڏو اهم مسئلو آهي. چو جو ڄاڻ هڪ طبقاتي ورڇ جي پکيڙ ۾ وڏو اهم ڪردار ادا ڪندي آهي، هڪ طبقاتي سماج ۾ ڄاڻ ۽ تعليم جو عمل به اتان جي ڪرتا دهرتا، رياست جي هٿ ۾ هوندو آهي. جيڪي تعليم جي نظام ذريعي طبقاتي ورڇ ته قائم رکندا ئي آهن پر انهن طبقن ۾ موجود عورتن جو استحصال به چڱي نموني ٿيندو اهي. هن آرٽيڪل ۾ 'عورتن جو استحصال' لفظ استعمال ضرور ٿيو آهي. اهو سوال به معنيٰ رکي ٿو. استحصال هر طبقي جي عورت سان ٿئي ٿو پوءِ پلي اها پڙهيل لکيل، فيشن جي پذيرائي ڪندڙ/ پوئلڳ، وڏين گاڏين ۾ گهمندڙ هڪ ناري هجي يا ڪنهن جي گهر جو پورهيو ڪندڙ ناري هجي. ٻڌائڻ جو مقصد اهو آهي ته اهڙا مختلف، استحصال جا طريقه عورت کي هرجاءِ تي 'ان پوري سيڪس' جي طور تي ان جي شناخت ڏاهين ٿا. جنهن کي اسان به آساني سان قبولي ويٺا آهيون. ان لاءِ ضرورت صرف تعليم حاصل ڪرڻ جي نه آهي، بلڪه معاشي نظام کي مختلف نموني پرکڻ جي به ضرورت آهي. مسئلي کي 'مسئلو' سمجهي ڳالهائڻ، وڙهڻ ضروري آهي. جيئن ته 1970 ۾ هلندڙ ناريواد تحريڪ جو مشهور نعرو 'The personal is political' تي هاڻ عملي ڪم ڪرڻ جي ضرورت آهي. 'ذاتي مسئلا اصل ۾ سياسي مسئلا آهن' جتي عورت جي استحصال کي اسان طبقاتي ورڇ سان به جوڙي، انهن کي نبيري سگهون. ڇاڪاڻ ته جيستائين طبقاتي فرق موجود آهي، تيستائين صنفي فرق به موجود رهندو ۽ انهن تحريڪن سان عورت پنهنجي آزاديءَ جا بنياد وجهي سگهي ٿي جيڪي ايندڙ نسل لاءِ ڪارائتا ثابت ٿيندا.

Dostoyevsky چواٽي: "توهان پنهنجا ٻج ڇٽيندا وڃو، زمين پنهنجي

پريانڪا ڏيرو

# جنسي ڏاڍائي ۽ ان جا سبب



جنسي ڏاڍائي هڪ بيمار ذهن جو اظهار آهي اها بيماري صرف ڏاڍائي ڪندڙ سان جوڙي ويندي آهي پر ڇا اها صرف هڪ فرد تائين محدود آهي؟ يا ان جا بنياد ۽ ڪارڻ پوري سماج سان جوڙي سگهجن ٿا؟ ٻين لفظن ۾ ائين ڪٺي چئجي ته ڇا پورو سماج بيمار ٿي سگهي ٿو؟ هڪ فرد جي ذهني حالت جو معائنو ڪنهن ماهرِ نفسيات جي ذريعي ٿي سگهي ٿو پر ڇا هڪ پوري سماج جي نفسيات جي باري ۾ ڄاڻي ۽ ان کي تبديل ڪري سگهجي ٿو؟ بلڪل هڪ پورو سماج بيمار ٿي سگهي ٿو. سماج فرد جي فرد سان تعلق ۾ نهي ٿو جڏهن اهو تعلق نفرت، مقابلي، اڻبرابري ۽ ظلم جي بنياد تي ٺهيل هجي ته اهو سماج هڪ صحتمند سماج نه چئي سگهبو. اسان جي سماج ۾ جتي عورت کي ٻي درجي جو شهري سمجهيو وڃي ٿو، جتي هر قدم تي ان کي اهو احساس ڏياريو وڃي ٿو ته هوءَ مرد کان هر لحاظ کان گهٽ آهي ان سماج ۾ جڏهن عورت سان ظلم، ناانصافي، تشدد ۽ زيادتي جهڙا واقعا پيش ٿيندا آهن ته انهن ڏوهارين کي ڏوهاري سمجهي قانون جي ذريعي سزا نه ڏياري ويندي آهي پر ان جي ابتڙ عورت کي گناهگارڄاڻائي هي سماج پنهنجي پدرشاهي فطرت جو ثبوت ڏيندو رهي ٿو.

هڪ ناري جڏهن ٻاهر نڪري ٿي ته ٻاهر جي دنيا ان جو آڌرڀاءُ تنگ نظري، واهيات ڳالهين، هوڪرن ۽ غليظ سوچ سان ڪري ٿي

ان جو سبب صرف اهو آهي ته عورت جي جسماني بناوت مرد جي جسماني بناوت کان مختلف آهي يا صنفي فرق جي بنياد تي مرد جي نظر ۾ عورت محض هڪ شيءِ (Object) آهي جنهن کي گهوري، سيٽيون وڄائي، سبحان الله، ماشاالله، واهه سائين جهڙا لفظ استعمال ڪري ڪجهه منٽن لاءِ پنهنجي ذهن ۽ نظرن کي راحت ڏجي.

هڪ آمريڪي ماهر نفسيات ڊاڪٽر مريم بيچميئر (Dr. Mariam Bachmeier) عورت ڏانهن اهڙن روين کي ميزوگائني (Misogyny) عورت لاءِ نفرت (hate for women) جو اظهار ڄاڻائي ٿي ۽ چوي ٿي ته: ”جيڪي معاشرا تيزي سان تبديلي ڏسن ٿا پوءِ اها تبديلي سياست ۾ هجي، يا خاندان جي بناوت ۾ يا وري انهن جي روزمره جي زندگيءَ ۾ اهي معاشرا تبديلي کي روڪڻ چاهيند آهن خاص ڪري اها تبديلي جيڪا عورت جي ڪردار، ان جي حيثيت ۽ عملن ۾ تبديلي آڻي. اهي معاشرا اهو نه چاهيندا آهن ته عورت انهن جي پدرشاهي سوچ کي للڪاري.“

اهڙي سوچ رکندڙ معاشري ۾ عورتن جي حفاظت عورتن جي حقن جي لاءِ ويڙهه ڪرڻ، ۽ انهن کي مردن جي برابر حق ڏيڻ نه هئڻ جي برابر هوندا آهن.

جڏهن اسان عورتن سان زيادتي ٿيندي ڏسون ٿا، ته اسان وٽ عام سوچ اها ئي اڀرندي آهي ته ڇوڪري گهر مان اڪيلي ڇو نڪتي؟ ضرور ان کي ڪپڙا اهڙا پاتل هوندا جو مرد پاڻ کي روڪي نه سگهيو هوندو، هي ته اها ڳالهه ٿي وئي ته 9/11 آمريڪا ۾ Twin towers کي ڪيرائڻ ۾ دهشتگردن جو هٿ نه پر بلڊنگ جو ڏوهه هو، جو اها انهن جي رستي ۾ بيٺل هئي.

جيئن دهلي جي 23 ٽيويهه سالن جي جوتي جيڪا هڪ ڊاڪٽر هئي، پنهنجي والدين جي اڪيلي اولاد هئي. تمام غربت جي باوجود پنهنجا زيور ۽ زمين کپائي جوتي جي ماءُ پيءُ ان جي پڙهائي جو خرچ پريو. جوتي پڙهائي سان گڏ 12 کان 4 تائين هڪ call center ۾ ڪم ڪندي هئي. صبح جو يونيورسٽي ۽ شام جو ٽيوشن ويندي هئي. هو اڪثر پنهنجي ماءُ پيءُ کي چوندي هئي ته منهنجي ڊاڪٽر ٿي وڃڻ کان پوءِ سڀ ٺيڪ ٿي ويندو. هڪ رات

پنهنجي هڪ دوست سان فلم ڏسي واپس گهر اچي رهي هئي ته بس ۾ موجود چار (4) چوڪرن ان سان نه صرف زيادتي ڪئي پر ان تي ايترو تشدد ڪيو جو ان جا عورتاڻا عضوا ٻاهر ڪڍيا ويا، لوهي شيخن سان ان کي ماريو ويو. جوتي کي بنا ڪپڙن جي ان زخمي حالت ۾ روڊ تي اڇلايو ويو. هفتو اسپتال ۾ رهڻ ڪان پوءِ 6 ڊسمبر 2012 تي سفدرجنگ اسپتال ۾ گذاري وئي. ڊاڪٽر جي مطابق جوتي ايتري زخمي هئي جو اسان کي سمجهه ۾ نه پيو اچي ته ڇا ڇا جوڙجي. مرڻ کان ڪجهه وقت اڳ پنهنجي ماءُ جو هٿ جهلي جوتي چيو ته مون کي معاف ڪجو جو مان اوهان کي تڪليف ڏني. پر زيادتي ڪندڙن جا وڪيل صرف اهو چئي رهيا هئا ته آخر جوتي رات جو ٻاهر نڪتي ڇو؟ ان واقعي تي (India’s daughter) انڊيا جي ڌي نالي هڪ دستاويزي فلم ٺاهي وئي جنهن تي انڊيا ۾ بندش وڌي هئن. (پر هي فلم Utorrentz تي موجود آهي).

مسئلي جو حل ڳولهڻ بجاءِ، مسئلي کي سمجهڻ بجاءِ اسان مظلوم کي ئي تنقيد جو نشانو ٺاهيندڙ آهيون. جيڪڏهن ڪنهن سان اهڙو حادثو ٿئي ٿو ته پنهنجي عزت بچائڻ لاءِ اسان ان ناري کي ماٺ ڪرائيندا آهيون. پنهنجي ئي نياڻين تي سختي ڪندا آهيون ته 8 بجي ڪانپوءِ ٻاهر نه نڪرو، ڪنهن اجنبي سان نه ڳالهايو، برقعو پايو، پر زيادتي يا ڪنهن به قسم جو (Sexual assault) پردي هئڻ يا نه هئڻ ڪري نه ٿيندو آهي نه ئي اجنبي ماڻهن سان ڳالهه ٻولهه ٿيڻ ڪري ٿيندو آهي. اقوام متحده (United national) جي هڪ رپورٽ موجب ڏهه سيڪڙو 10% زيادتي جي ڪيسن ۾ اڻواقف ۽ نوي 90% سيڪڙو ڪيسن ۾ ڄاتل سڃاتل ماڻهو شامل هوندا آهن. ان مان واضح آهي ته زيادتي جو تعلق ڪپڙن، دير سوير، اڪيلي هجڻ يا پردو نه هجڻ سان نه آهي بلڪه هڪ مخصوص سوچ ۽ ذهني حالت سان آهي. ان سوچ ۽ رويي جون جڙون پدرشاهي نظام ۾ آهن. جنهن ۾ مرد معاشي، قانوني، اقتصادي ۽ جنسي حاڪميت رکي ٿو. ڪملا ڀيسن پدرشاهي نظام ۾ عورت جو مرد سان نسبتي تعلق کي هن ريت لکي ٿي ته: ”هڪ مرد پنهنجي مالڪ تي هٿ نه کڻندو آهي ڇو ته هٿ اسان ان تي کڻندا آهيون جنهن کي حيثيت ۽ رتبي ۾ پنهنجي پاڻ

ڪان گهٽ ۽ ڪمزور سمجهندا آهيون. مرد هٿ ڪٽي ڏاڍائي ڪري، عورت ڪي پنهنجي طاقتور هجڻ جو احساس ڏياري ٿو ۽ ان طاقت جي اثر هيٺ عورت هر وقت پنهنجو پاڻ ڪي گهٽ ۽ ڪمزور محسوس ڪري ٿي.“

زيادتي صرف زور زبردستي سان جنسي تعلق قائم ڪرڻ جو نالو نه آهي، نه ئي ان ۾ عمر، يا مظلوم سان رشتو ڪو اثر وجهي ٿو. جنگن جي دوران (پهرين ۽ ٻي مهاڀاري جنگون) عورتن سان ڏاڍائي هڪ عام ڳالهه هئي. جنهن ۾ نو (9) سالن جي ٻارڙين ڪان وٺي (70) ستر سالن جون عورتون به شامل هونديون هيون. نسلي بنيادن تي (بنگلاديش ۽ نئڊي ڪنڊ جو ورهاڱو) ڏاڍائي هڪ ٻئي ڪان وڌيڪ طاقتور، تهذيب يافته ۽ معتبر ثابت ڪرڻ لاءِ ڪئي ويندي هئي.

اسان جي پدرشاهي سماج ۾ مرد جڏهن عورت تي تشدد ڪري ٿو، عورت جي تذليل ڪري ٿو ته ان عورت ڪي شرم و حيا، عزت ۽ غيرت جا واسطا ڏئي ماٺ رهڻ جي هدايت ڏني ٿي وڃي پر دنيا جي سڌريل سماجن ۾ جڏهن مڙس زال جي مرضي بنا ان جي ويجهو ٿيڻ چاهي ٿو ته ان ڪي ڏاڍائي جي دائري ۾ آڻيو وڃي ٿو ۽ زال ڪي قانوني طور حفاظت ڏني وڃي ٿي. پر اسان جي پاڪ رياست ۾ شادي شاده عورتن سان ٿيندڙ ڏاڍائي (مڙس طرفان) خلاف ڪوبه قانون نه آهي. ڇو ته اسان جو مذهب،اسان جو ڪلچر، اسان جي تهذيب عورت ڪي پنهنجي جسم جي لاءِ به خودمختيار نه ٿو ڻاهي. ڏاڍائي نفرت، ڪاوڙ، پنهنجي طاقتور هجڻ جو اظهار ڪرڻ به آهي. جڏهن ڪنهن عورت سان ڏاڍاي ٿئي ٿي ته اهو عمل ان سماج ۾ عورت جي ڪردار ۽ حيثيت ڪي وائڪو ڪري ٿو.

اسان جنهن سماج ۾ رهون ٿا اتي صرف عورت ئي نه پر ٻار به غير محفوظ آهن. تازو ئي سنڌو سان ٿيل واقعو (5 پنج سالن جي ٻارڙي جنهن ڪي ڏاڍائي ڪانپوءِ گهٽا ڏئي قتل ڪيو ويو، گڏوگڏ سنڌو سان ڏاڍائي ڪندڙن ڪي بري ڪرڻ ۾ هن پدرشاهي رياست ان ڪان وڌيڪ وحشياڻو اظهار ڪيو آهي.) اها سوچ اڀاري ٿي ته اهي ڪهڙا معيار آهن جن جي بنياد تي اسان پاڻ ڪي انسان چئون

ٿا؟ اهي ڪهڙا جز آهن جيڪي مرد ۾ پدرشاهي رياست ڪي ايترو وحشي ۾ ڪِريل حرڪتن تي اتساهن ٿا؟

حيدرآباد جي گدومل اسپتال جي هڪ ماهر نفسيات ڊاڪٽر ايشور ڪمار ٻڌايو ته: اهڙن مردن جي نفسيات عورت تي حڪمراني ڪرڻ، ان ڪي پنهنجي قبضي هيٺ رکڻ، انهن سان نفرت ۽ ڪاوڙ جو اظهار ڪرڻ هوندي آهي. ڇو ته عورت انهن جي لاءِ محض هڪ شيءِ آهي جنهن مان هو مزو ماڻي سگهن.” ڊاڪٽر ايشور مطابق اهڙن ماڻهن ڪي Psychopath يا antisocial چئبو آهي. هي ماڻهو ٻين کي تڪليف پهچائي خوش ٿيندا آهن.

اسان جي پاڪ رياست جا قانون به پاڪ آهن. عدالت کين اهڙي ڏوهه جي ثابتي لاءِ چار گواهه کپن، مطلب چار ماڻهو (مرد) اهو سڀ ٿيندي ڏسن پوءِ اچي گواهي ڏين ته ڇا انهن گواهن ۾ زيادتي ڪندڙن ۾ ڪوبه فرق رهندو؟ ڇا ڏاڍائي ڪندڙ پهرين رڙيون ڪري ٻڌائيندو ته مان ڏاڍائي ڪرڻ وارو آهيان جو چار گواهه گڏ ٿين؟ اهو ئي سبب آهي جو پاڪستان ۾ پوئين پنجن سالن ۾ ڪنهن به جنسي ڏوهاري کي سزا ناهي ملي.

هڪ اهڙو عمل جنهن کان پوءِ (Victim) مظلوم تي نه صرف جسماني پر ذهني ۽ سماجي اثر پڻ ٿين ٿا. ايتريقدر جو مظلوم خودڪشي ڪن ٿا، يا زندهه لاش ٿي وڃن ٿا. هاڻي وقت آهي ته پنهنجي حفاظت لاءِ پاڻ تيار ٿجي. حڪومت کي، اهڙن حادثن کان بچڻ لاءِ هيلپ لائن ٺاهڻ گهرجي، هر روڊ، رستي ۽ سنسان جڳهه تي ڪئميرا لڳائي وڃي. ڇوڪرين، عورتن ۽ والدين کي اهڙي حادثي کان بچڻ لاءِ هدايتون ڏنيون وڃن، ورڪشاپ ۽ سيمينار ٿيڻ گهرجن. قانوني طور تي اهڙا قانون ٺاهيا وڃن جو اهڙي حرڪت ڪندڙن کي فوري سزا ملي، جنهن ۾ چار گواهن جي شاهدي نه پر مظلوم جي ميڊيڪل رپورٽ تي فيصلا ٿين.

اسان جي ميڊيا جيڪا ڇوويهه ڪلاڪ عورت کي هڪ نمائش جي شيءِ وانگر پيش ڪري رهي آهي، ڊرامن ۾، ڪمرشلن ۾، فلمن ۾، گانن ۾ جيڪا مردن ۾ اها سوچ اپاري ٿي ته عورت هڪ انٽرٽينمينٽ جي ”شيءِ“ آهي ان سوچ کي تبديل ڪرڻ گهرجي. شعوري ۽ ذهني طور مرد کي پنهنجي ان سوچ ۾

نفسياتي بيماري مان نڪرڻو پوندو. مرد سان گڏ عورت کي به پنهنجو پاڻ ۾ اعتماد ۽ ڀروسو پيدا ڪرڻو پوندو ته هو مرد جي ماتحت نه آهي پر هو مرد کي پيدا ڪندڙ آهي، مرد جي برابر آهي. هڪ شيءِ نه پر سوچ رکندڙ، احساس رکندڙ هڪ زندهه انسان آهي. اسان کي پنهنجي سماجي حيثيت ڏاهڻي پوندي ته جيئن ٻي ڪا سنڌو يا جوتي نه پيدا ٿي.

<u>مقصودا رتڙ</u>

## ناريءَ تي ٿيندڙگهريلو تشدد
## ڇا واقعي گهرءِ خاندان جو ذاتي معاملو آهي؟

صنفي مت ڀيد جي نتيجي ۾ پوري دنيا ۾ هرسال ڪروڙين ناريون ماريون وڃن ٿيون، تيزاب هاري ساڙيون وڃن ٿيون، خودڪشي ڪرڻ تي مجبور ڪيون وڃن ٿيون ، نه صرف ايترو پر تشدد جي نت نون طريقن سان ايذايون وڃن ٿيون.اهڙي ئي تشدد جو شڪار ٻڄندڙن ۾ مرد به شامل آهن(سنڌ ۾ ڪارو_ڪاري) پر سمورو تعداد آڱرين تي ڳڻڻ جيترو آهي.
(1)اقوام متحدا جي ٻڌايل انگن اکرن موجب دنيا جي گولي تان هر سال20 ڪروڙ ناريون ڪٽن ٿيون ( هر 103 ڇوڪرن جي ڀيٽ ۾ 100 ڇوڪريون پيدا ٿينديون آهن) پوءِ اهي يا تهڀار ڪيرائڻ واري عمل سان ماريون وڃن ٿيون يا ڄمڻ ڪان پوءِ قتل ٿي وڃن ٿيون يا وري گهٽ توجهه ءِگهٽ خوراڪ ملڻ جي ڪري بيمارين جي ور چڙهي مري وڃن ٿيون.اهو انگ ويهين صدي ۾ لڳندڙ تمام جنگين جي نتيجي ۾ مرندڙ انسانن جي لڳ ڀڳ آهي.
World Health Organization جي انگن اکرن موجب دنيا جي هر پنجين ناري يا ته زوريءَ زناجوشڪار ٿئي ٿي يا ان سان زوريءَ زنا جي ڪوشش ڪئي وڃي ٿي.ائين پوري دنيا اندر هر سال 70 ڪروڙ ناريون زنا جي واقعن جي ور چڙهن ٿيون.هر سال700،000 ڪان 40لک ناريون جسم فروشيءَ تي مجبور ڪيون وڃن ٿيون. هرسال 5،000ناريون اٽپورو ڏاج ملڻ جي ڪري رنڌٽي ۾ باهه لڳڻ وارن واقعن ۾ مارجي وڃن ٿيون.
(2)سرڪاري انگن اکرن موجب پوري دنيا ۾ هر سال5،000 ناريون خاندان جي عزت جي نالي ۾ ماريون وڃن ٿيون(غير سرڪاري انگن اکرن موجب اهو تعداد چار دفعا وڌيڪ ٻڌايو ٿو وڃي جيڪو 20،000 آهي )جنهن مان هزار ڪان 1500پاڪستان،هزار ڪن هندستان ءِ باقي ملڪن ۾بنگلاديش،برطانيا،برازيل،ايڪوادور،

مصر،اسرائيل،اٽلي، اردن، موروڪو،سويڊن،يوگينڊا، افغانستان،عراق۽ ايران شامل آهن.

سڀني ڪان وڏي ڳالهه اها سامهون آئي آهي ته اهي انگ اکر سرڪاري ۽ ٻين ريپورٽن مان ورتا ويندا آهن جيڪي ڪنهن نه ڪنهن نموني درج ڪيل ڪيس هوندا آهن جن جي خلاف سماج ۾ واويلا ٿيندي آهي. توهان انهن ڊاٽائل انگ اکرن تي يقين ڪرڻ جا پابند هرگز به ناهيو، اچ هڪ ننڍڙو ڪم ڪيو ڪا به سنڌي اخبار کڻو ۽ ان تي نظر فيرايو هفتي ڪن جي اهڙن واقعن جا انگ اکر گڏ ڪيو ، سراسري طور تي توهان ڪي روزانو جي حساب سان 5 اهڙا واقعا ملي ويندا ڇو ته اسان دنيا جي ان حصي ۾ رهون ٿا جتي اهي واقعا روز جو معمول بڻيل آهن.

پاڪستان صنفي اڻ برابريءَ جي لحاظ کان پوري دنيا۾ ڪيترن ئي سالن کان ٻئي ۽ ٽئين نمبر تي آهي. صنفي اڻ برابريءَ جي هن انڊيڪس جو مطلب آهي ته صرف حياتياتي جنس(مرد ناريءَ) جي فرق جي بنياد تي هڪ جنس کي ٻئي تي تمام گهڻي برتري حاصل آهي جنهن کي صنفي اڻ برابري چئبو آهي ڇو ته اها قدرتي نه پر سماجي آهي.

Pakistan

The Global Gender Gap Report 2014

| | OVERALL Rank | Score |
|---|---|---|
| Gender Gap Index(out of 142 countries) | 141 | 0.5522 |
| Gender Gap Index 2013 (out of 136 countries) | 135 | 0.546 |
| Gender Gap Index 2012 (out of 135 countries) | 134 | 0.548 |
| Gender Gap Index 2011 (out of 135 countries) | 133 | 0.558 |
| Gender Gap Index 2010 (out of 134 countries) | 132 | 0.546 |
| Gender Gap Index 2009 (out of 134 countries) | 132 | 0.546 |
| Gender Gap Index 2008 (out of 130 countries) | 127 | 0.555 |
| Gender Gap Index 2007 (out of 128 countries) | 126 | 0.551 |

Evolution 2006–2013




Economic Participation and Opportunity
Educational Attainment
Health and Survival
Political Empowerment

ناري ذاتي ملڪيت جي حيثيت ۾

نوان پيداواري ذريعا نون سماجي رشتن کي جنم ڏيندا آهن.زراعت جي ايجاد تهذيب کي جنم ڏنو ائين ئي ناريءَ جو ذاتي ملڪيت بڻجڻ ۽ خانداني سماجي ايڪي اندر مرد جي ماتهت ٿيڻ واري تاريخي عمل ناريءَ جي ثانوي سماجي بيهڪ کي تمام گهڻا مضبوط بنياد مهيا ڪيا آهن.ناريءَ جي ذاتي ملڪيت بڻجڻ واري

تاريخي عمل ۾ ناريءَ جي پار چٽڻ واري سگهه کي بنياد بڻايو ويو. جيڪڏهن ڪنهن کي وڏ ڪان وڏ ملڪيت ٺاهٽي آهي ۽ ان ملڪيت جي مالڪي نسل در نسل پاڻ وٽ ئي رکٽي آهي ته پوءِ پهريان ان ناريءَ کي ملڪيت ٺاهيو وڃي جنهن وٽ نوان فرد چٽڻ جي سگهه آهي اهي فرد جيڪي وري پورهيو ڪندا، نئين ملڪيت ٺاهڻ ۾ حصو وٺندا ۽ ان سموري ملڪيت جي تحفظ کي يقيني بڻائڻ لاءِ خانداني سماجي ايڪي جي ذريعي اولاد ڏانهن ملڪيت جي منتقلي واري عمل کي يقيني بڻايو ويو.

ائين ناهي ته زراعت جي اچڻ سان ئي ڪنهن هڪڙي فرد جي ذهن ۾ اها ڳالهه آئي هجي ته مان ناريءَ کي ذاتي ملڪيت ٺاهيان ۽ پوءِ وڏيڪ ملڪيت جو مالڪ ٿي وڃان پر اهومدرشاهي سماج کان پدرشاهي سماج ڏانهن هڪ ڊگهو تاريخي سفرآهي.مدرشاهي سماج اندر ناري پيداواري عمل ۾ سرگرم هوند ي هئي ۽ پيداررواري ذريعن ۾ حصو رکندي هئي.پدرشاهي نظام ۾ ناريءَ کي گهر جي چوديواريءَ ۾ گهرو پورهئي تائين محدود ڪيو ويو.جنهنجي نتيجي ۾ ناريءَ جي پيداواري عمل جي نتيجي ۾ ٿهندڙ سماجي ۽ معاشي حيثيت کي ختم ڪيو ويو.ذرعي سماج جي ترقيءَ سان جيڪا واڌو پيداوار وجود ۾ آئي ، ان جي نتيجي ۾ ناري ذاتي ملڪيت جي حيثيت ۾ آئي.6000 ق.م ۾ يونان ۾ هڪڙو قانون موجود هئوان مطابق جيڪڏهن ناري پنهنجا جنسي تعلق آزاد نموني ٺاهڻ چاهي ٿي ۽ هن جو پيءُ ان ۾ راضي ناهي ته پيءُ پنهنجي ڌيءَ کي قتل ڪري سگهي ٿو.

ناري جڏهن ذاتي ملڪيت بڻجي وڃي ٿي ته پوءِ ملڪيت جي پنهنجي ڪا مرضي نه هوندي آهي، هوءَ صرف استعمال جي شيءِ هوندي آهي پوءِ ڪٽي مالڪ پاڻ استعمال ڪري يا ڪنهن ٻئي کي تحفي ۾ ڏ ئي يا وري وس پڇي ته ڪنهن به قيمت جي بدلي ۾ وڪٽي ڇڏي ، بس هوءَ صرف هڪ شيءِ هوندي آهي.توهان پنهنجي چوڌاري رهندڙ ماڻهن جي زندگين تي ٿورو غور ڪيو ته پار جي جمڻ وقت مائٽن جي مختلف تاثرن کي ڏٺو هوندو، پٽ جمڻ تي ڪوئي پڇي نه پڇي پاڙئي ٻڌائيندا ته اسان جي گهر ۾ هڪ ڇوڪرو ڄائو آهي بنا گهرئي يا ڪڏهن ڪڏهن

گهرڻ تي وڏي خوشيءَ سان ملهائي به ڪارائيندا آهن پر ڌيءُ جي ڄمڻ تي مڙئي دل کي دلاسو ڏيندا ته ادا ڌيءُ به خدا جي رحمت هوندي آهي، ڪٿي ته صفا ماتم جو ماحول هوندو آهي. پيءُ سوچيندو ته جيڪي به ٿي رپيا واڌارا ڪمايا سي به ڌيءَ جي ڏاج ۾ويندا، ماءُ سوچيندي ته وڏي ٿي گهر جي ڪم ڪار ۾ هٿ ونڊائيندي پر وري گهڙيءَ پل لاءِ سوداءُ ٿيندس ته مائٽ الاءِ ڪاٿي شادي ڪرائيندس سڪي هوندي الاءِ سورن ۾. ڌيءَ کي پنهنجي سماج جي مروج ناريءَ جي روپ ۾ رهڻ جي تربيت ملندي ۽ پٽ کي ان سماج جي مروج مرد جي سکيا ملندي آهي .ناري کي نهٺائي ۽ نماڻائپ جا درس ملندا آهن ۽ پٽ کي ارڏو ،بهادر ٿيڻ سيکاريو ويندو آهي. اسانجي سماج ۾ هتي اهڙي صورت ۾ناري هڪ فرد نه پر ذاتي ملڪيت هوندي آهي!

پاڪستاني رياست ،خاندان ۽ ناري

بين لاقوامي سطح تي ته تشدد جي هر اندازکي غير انساني قرار ڏنل آهي پرمختلف خطن جون معروضي حالتون تشدد جي مختلف شڪلين کي ائين رد نٿيون ڪن.پاڪستاني رياست جي قانون جي نظر ۾ سڀ انسان برابر آهن. ڪنهن به انسان جو قتل پلي ڪٽي هڪ نئين ڄاول ٻار جو هجي يا مرڻ ڪنڌيءَ پيل هڪ ضعيف بزرگ جو بهرحال قتل ئي ليکبو. اها دعويٰ توهان کي ڪيتري سچ لڳندي جيڪڏهن ان ساڳي قانون جي لاءِ هڪ ناريءَ جي گواهي هڪ مرد جي اڌ گواهيءَ جي برابر هجي ، جتي هڪ ناريءَ کي اهو ثابت ڪرڻ جي لاءِ ته هن جي زوري زنا ڪئي وئي آهي چار بالغ،با قردارٍ با نمازي مرد گواهه گهرجن(هدود آرڊيننس) يا جتي خون پئسن ۽ ملڪيت جي ٻين صورتن جي بدلي ۾ معاف ٿيڻ (قصاص ۽ ديات آرڊيننس)جا قانون به موجود هجن. جتي موجوده قانون ايترا ڪمزور نموني ٺهيل آهن اتي انهن قانونن ۾ جيڪي هڪ به چڱيون ڳالهيون آهن به سهي ته انهن تي عمل ڪيترو ٿو ٿئي اهو پڻ وڏو مسئلو بڻيل آهي، عدالتي نظام جي اها حالت آهي جو ان مڙس جنهن مان ڪا زال بيزار هجي ۽ کلا وٺڻ جي ڪوشش به ڪري ته ساڳي ئي مڙس سان گڏ رهي عمر ڳري

ويندس پر ڪيس پيو هلندو. گهر جي چوديواريءَ ۾ قيد پيل هن سماجي وجود تي ٿيندڙ جسماني ، ذهني ۽ جنسي تشدد کي گهر ۽ خاندان جو اندروني معاملو سمجهيو ويندو آهي. توڙي جو گهرو تشدد جي پاڪستاني قانون ۾ سزا ېڌايل آهي پر توهان ڇا ٿا سمجهو ته هڪ ناري جڏهن مڙس يا ېئي ڪنهن گهر ڀاتي خلاف ٿاڻي تي ايف.آءِ.آر ڪٽرائڻ وڃي ٿي ته قانون جا رکوالا هن کي چوندا آهن ته گهر جو ماملو اٿئي گهر ۾ ئي وڃي حل ڪر اسانکي ڇا لاءِ ېئي ېڌائين مائي!

پاڪستان ٽين دنيا جي سرمائيدار رياست آهي. جتي پيداواري اوزار ۽ ذريعا ته گهڻي ڀاڱي سرمائيداري نوعيت جا آهن پر اهي سڀ اولهه ۽ اوڀر جي اسريل ملڪن کان خريد ڪيا وڃن ٿا.ملٽي نيشنل ڪمپنيون هتي رياست جي تحفظ هيٺ سيڙپ ٻه ڪن ٿيون جنهن سان شهر اڏيا وڃن ٿا جيڪي ڏيک ۾ ته سرمائيدار ملڪن جي اسريل شهرن جو ڏيک ڏين ٿا پر اتان جي اصلي رهاڪن لاءَنوگوايريا آهن.ٽين دنيا جي ڇسي سرمائيداري، اولهه جي سرمائيداريءَجهڙي نه آهي جنهن شخصي آزادي، جمهوريت، نارين جي ووٽ جي حق لاءِ جاگيرداري روين خلاف جهيڙيو هئو.انساني حقن جا علمبردار بين لاقوامي ادارن جي جوڙجڪ اهڙي آهي جو عالمي سطح تي سياسي لحاظ کان ڪمزور رياستون مضبوط رياستن جي راءِ جي رحم و ڪرم تي آهن.جنهن جو نتيجو عراق،افغانستان،شام، ليبيا ۽ مصر سميت ڪيترن ئي ملڪن ۾ هٿ ٺو ڪيون جنگيون۽واپار تي لڳل پابنديون آهن جنهن جي نتيجي ۾اهي سمورا ملڪ معاشي ۽ اقتصادي لحاظ کان اسريل ملڪن جا ڳيجهو ېٽيل رهن ٿا.پاڪستان به اهڙين ڳيجهو رياستن مان هڪ آهي. پاڪستان جهڙي رياست ۾ رهندي اسان اهو تصور ڪيون ته هي انساني حقن جا علمبردار بين لاقوامي ادارا اسان جي آواز کي ڪنائيندا ۽ هن رياست اندر ٿيندڙ سنگين انساني حقن جي ڀڃڪڙين خلاف اسان سان هڪ آواز ېڻجي بيهندا ۽ اسان پنهنجي سموري حقن جي ويڙهه ۾ انهن کي پڪاريندا رهون ۽ انهن اسريل ملڪن جي مالي امداد تي هلندڙ اين.جي.اوز مان اها اميد رکون ته هو اسان وٽان ڦريل دولت جي ان خيرات

مان اسانکي پنهنجي برابر جو انسان سمجهن ٿا ته اها اسانجي سمجهه جي کوٽ هوندي.

خاندان ۾ ان جي غيرت جي نالي ۾ ناريءَ سان جيکي به ڏاڍ ٿين ٿا ان جو پهريون منهن ٽوڙ جواب اهو ٿي سگهي ٿو ته هوءَ معاشي طور سگهاري ٿيڻ سان گڏوگڏ پنهنجي سماجي بيهڪ کي سمجهي ۽ ذلتن جي انهن سموري صورتن سان جهيڙي جيکي هن کي هڪ انسان ۾ برابرسماجي وجود ٿيڻ نٿيون ڏين.انسان جانورن جي پيٽ ۾ هڪ سماجي وجود آهي، ناريءَ جو گهر جي چوديواريءَ ۾ قيد ٿيڻ سان هن کان جيکي سماجي ۽ سياسي سگهه کسجي وئي آهي سا واپس ورتي آهي.جيئن هڪ مظلوم قوم کي ظالم قوم سان گڏ عالمي سامراجيت سان به جهيڙڻو هوندو آهي ائين هڪ ناريءَ کي صنفي اڻ برابريءَ سان گڏ قومي،جمهوري ۽ طبقاتي اڻ برابريءَ سان جهيڙڻوآهي.

Women in Insecure World(Violence Against WomenFacts, Figures and Analysis)(1)

http://www.aljazeera.com/indepth/opinion/2013/11/honour-killings-india-crying-shame-20131127105910392176.html(2)

http://hbv-awareness.com/statistics-data/2)

- **عورت کي اهو سکڻو آهي ته توهان کي طاقت ملندي ناهي پر توهان کي طاقت حاصل ڪرڻي پوندي آهي.**
  ***(روزين بار)***
- **هر دفعي جڏهن اسان ڪنهن عورت کي آزاد ڪيون ٿا ته ان سان گڏ هڪ مرد به آزاد ٿئي ٿو.**
  ***(مارگيٽ ميڊ)***
- **اسان جي سماج ۾ مرد جو مرد سان رشتو جيڪو به هجي، پر عورت سان مرد جو رشتو ڏاڍائي وارو آهي. مرد اسان سان ڏاڍائي ڪري ٿو پنهنجي نظرن سان، پنهنجي روين سان ۽ پنهنجي ڳالهين سان.**
  ***(اٽچاتل)***

فرحين ميمڻ

## ٻوليءَ جي استعمال ۾ عورت جي مقام جو جائزو

انساني معاشري جي اوسر ۾ ان جي ترقي ۾ جيڪوڪردار عورت ادا ڪيوآهي سو مرد جي ڪردار کان وڌيڪ اهم آهي پر هن معاشري هميشه عورت کي ڪمزور ئي قرار ڏنو ۽ هن جي هر جدوجهد کان انڪاري ٿيو. عورت کي هر قدم تي اهو ياد ڏياريو ويندو آهي ته هو ڪمزور جنس آهي ۽ هن جو ڪم فقط ايترو آهي ته هو هڪ 'سنئي' ڏي، پيٽ، زال ۽ ماءُ ثابت ٿئي. کيس تعليم کان محروم رکي ڪري هڪ طريقي سان سندس معاشرتي ڪردار کي تمام محدود ڪيو ويو ٿو. ان کان علاوه هن کي زير ڪرڻ لاءِ اهڙن لفظن جو استعمال ڪيو ٿو وڃي جنهن مان اهو ثابت ٿو ٿئي ته هي معاشرو عورت جي عزت ڪرڻ بجاءِ هن جي مقام کي تسليم ڪرڻ نٿو چاهي بلڪه ايئن چوڻ بجاءِ ٿيندو ته هي ذهني طور پست معاشرو عورت جي حقيقي مقام کي تسليم ڪرڻ جي سگهه نٿو رکي.

تقريباً هر زماني ۾ معاشري اندر عورت جي مقام بابت گهڻو ڳالهايو ويو آهي ۽ هر معاشري جا ان متعلق مختلف رايا سامهون آيا آهن. ڪن معاشرن عورت کي تمام گهٽ درجو ڏنو ته ڪن معاشرن هن کي انسان مڃڻ کان ئي انڪار ڪيو. هتي غور طلب ڳالهه اها آهي ته جيترا دفعا عورت جي مقام تي منفي رخ کان بحث ڪيو ويو آهي تيئن مرد جي مقام تي شايد ئي ڪڏهن غور ڪيو ويو هجي!

انسان جنهن نموني ٻولي جو استعمال ڪندو آهي ۽ جنهن نموني لفظن جي چونڊ ڪندو آهي ان سڀ جو دارومدار ان جي آسپاس جي حالتن تي هوندو آهي. جڳ مشهور ليکڪ سارا ملز ان ڳالهه تي يقين رکي ٿي ته فرد جي ٻوليءَ جو استعمال ۽ لفظن جي چونڊ ان جي اردگرد جي حالات جي عڪاسي ڪري ٿي. جيڪڏهن غور ڪجي ته ڏسڻ ۾ ايندو ته عورت ۽ مرد جي لاءِ ٻوليءَ جي استعمال جي طريقن ۽ لفظن جي چونڊ ۾ تمام وڏو فرق آهي. عورت ۽ مرد کي مختلف حالتون مهيا ڪيون ٿيون وڃن جنهن جي نتيجي ۾ هنن جي ٻولي ۽ معاشري طرف سندن ڪردار ۽ سمجهه به مختلف وقتن ۾ مختلف رهي ٿي. اسان جي معاشري

۾ عورت جي پرورش ان نموني ٿي ٿئي ته هو جيئن مردن جي بالادستي واري معاشري ۾پنهنجي ثانوي"جڳهه" ڳاهي سگهي! ننڍي هوندي کان هن کي اهو ٻڌايو ويندو آهي ته کيس ڪيئن ڳالهائڻ کپي ۽ ڪيئن رهڻ گهرجي. هن جي لاءِ صحيح ۽ غلط جو سخت نظم و ضبط طئي ڪيو ويندو آهي. جيڪڏهن ڪا عورت وڏي آواز ۾ يا مختلف "ممنوع"ڳالهين تي پنهنجي راءِ جو اظهار ڪندي آهي ته ان لاءِ "نا زيب" ۽ "خراب عورت" لقب استعمال ڪيا ويندا آهن. هن جي ٻوليءَ جي استعمال کي هر وقت جانچيو ويندو آهي. اهو ڪم اول والدين، ڀاءَ، مڙس ۽ ساهرا ۽ پوءِ معاشرو سرانجام ڏينداآهن. هڪ مشهور ناري-واد (Feminist) ليکڪا رابن ليڪاف موجب عورت کي پي آزادي ته نهيو ٻوليءَ جو سندس مرضيءَ موجب استعمال ۽ لفظن جي چونڊ جي به آزادي ميسر ناهي جنهن مان هن جي  ڪمزور سماجي ڪردار جو اندازو ٿئي ٿو. عورت لاءِ صحيح، غلط جو معيار سخت ۽ مرد لاءِ اهو ساڳيو معيار نه هجڻ جي برابر هوندو آهي. مثان وري اسان کي هر وقت ياد ڏياريو ويندو آهي ته هو مرد آهي ڪجھ به ڪري سگهي ٿو ۽ نياڻي ٻار کي ايئن ڪرڻ نٿو نهي ۽ هيئن ڳالهائڻ زيب نٿو ڏي وغيره.

اڄ ڪلهه سماجي رابطن جون ويبسائٽون دنيا جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ رهندڙ ماڻهن کي هڪ پليٽ فارم مهيا ڪن ٿيون جتي مختلف ماڻهو ٻوليءَ ۽ تصويرن ذريعي پنهنجي راءِ جو اظهار ڪن ٿا. اتي جيڪڏهن ڏٺو وڃي ته هڪ عورت ٻي عورت لاءِ حقارت آميز لفظ استعمال ڪري ٿي جنهن جو مطلب اهو وڃي ٿو بيهي ته عورت دراصل پنهنجي ذات کي ئي ڪمزور سمجهيو آهي. اهڙا رويا سوشل ميڊيا کان علاوه موبائل ميسيجز ۾ عام جام نظر اچن ٿا. اوهان پڙهندڙن مان شايد ئي ڪو اهڙو هوندو جو فيسبڪ استعمال نه ڪندو هجي ۽ ان ڪنهن مشهور فلمي اداڪاره  جي تصوير تي تعريف سان گڏ و گڏ حقارت آميز رايا نه پڙهيا هجن. ڪير ڪڏهن عورت کي مٿي جو سور چوندي نظر ايندو ته ڪير وري اها راءِ رکندڙ هوندو آهي ته عورت کي سمجهڻ ناممڪن آهي.ڪجهه مرد حضرات ته اهو به چوندا آهن ته عورت شيطان جو اڌ روپ آهي. ڪجھ وقت اڳ فيسبڪ تي هڪ تصوير نظرن اڳيان گذري جنهن ۾ هڪ شخص وٽ تمام ٿلهو ڪتاب هو جنهن تي لکيل هيو؛ "عورت کو سمجهني کي ڪتاب". ان تصوير تي

ڏسندڙن ۽ ڪمينٽس ڪندڙن پنهنجي پنهنجي ظرف مطابق لکيو. ڪنهن چيو عورت کي سمجهڻ ناممڪن آهي ۽ هي ڪتاب ته اڃا تمام ننڍو آهي.

ان کان علاوه هڪ ٻي تصوير ۾ اهو لکيل هيو؛

"Joke of the day: A girl said, trust me" (اڄ جو وڏي ۾ وڏو لطيفو، هڪ ڇوڪري چيو ته منهنجي ڳالهه تي اعتبار ڪر)

جواب ۾ سڀني پنهنجي پنهنجي رائي جو اظهار ڪيو. پر هڪ ڇوڪري لکيو؛

"It shows she has feelings" )

هڪ عورت جڏهن ٻي عورت لاءِ ايئن چوي ٿي ته اڻ سڌي طرح هو پاڻ پنهنجي ذات لاءِ اهڙي رائي رکي ٿي. ان مان اهو ظاهر آهي ته هن حقن جي برابري لاءِ وڙهڻ کان اڳ ۾ هار تسليم ڪري ورتي آهي. ان ڳالهه ۾ ڪو شڪ ناهي ته مرد ۽ عورت قدرتي طور جسماني لحاظ کان مختلف آهن ۽ ٻنهي جي ڪم ڪرڻ جي سگهه به مختلف آهي. پر ان جو هرگز اهو مطلب ناهي ته دماغي ۽ روحاني طور ٻنهي ۾ هڪجهڙائي نٿي ٿي سگهي. ٻنهي کي برابر شخصي آزادي حاصل هجڻ گهرجي جنهن لاءِ تعليم، اڻٿڪ محنت ۽ جدوجهد درڪار آهي. ان سان گڏ و گڏ عورت اها حقيقت جيترو جلدي ٿي سگهي ڄاڻي ۽ قبول ڪري ته هوءَ هن سماج ۾ هڪ غلام طور رهي ٿي، هن جي سڄي زندگي، اٿڻ ويهڻ، ڳالهائڻ ٻولائڻ ۾ غلامي جي جهلڪ نظر ايندي آهي. جاڪڏهن هوءَ ايترو ڄاڻي وٺي ته اهو سندس آزادي جي طرف هڪ وڏو اهم قدم هوندو.